



# سورهه سنڌي ادب




## صاحب خان ·سورهه· ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# شرم ٻوٽي

( اصلوڪو ناول )

ليکڪ : گوبند مالهي



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد، سنڌ.
1984ع

Soorih Mirani

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو پنجونجاھون ڪتاب

ڇپائيندڙ — نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد، سنڌ.

ڇپيندڙ — نيو فيمس پرنٽنگ پريس
هوم اسٽيڊ هال چاڙهي، حيدرآباد، سنڌ.

پهريون ايڊيشن — جون - جولاءِ 1952ع

ڇپائيندڙ — راڻي پبليڪيشن، 545، ڪاوراڻه بلڊنگ
ڍوبي تلاءُ، بمبئي - ٠٢.

ٻيون ايڊيشن — جولائي 1984ع

چترڪار — واسديو "سنڌو- ڀارتي" (ڄئپور، ڀارت)

قيمت -/12 رپيا

(سڀئي حق ۽ واسطا اداري جا قائم)

---

Novel—SHARAM BOOTI— Original—Sindhi Novel by GOBIND MALHI. Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammed Hyderabad Sind. Pakistan. First Edition June-July 1952. Price per copy Rs. 12/-

## ليکڪ جي قلم مان

ساهتي (سنڌ) ۾ ٺارو شاهه ڳوٺ کان ٽي ڪوهه پري هڪ ڳوٺ هو، ڏيرو. ڏيرو عجب ڳوٺ هو. درحقيقت ٻه ڳوٺ هئا ساڳئي نالي سان – پراڻو ڏيرو ۽ نئون ڏيرو. هڪ ٻئي جي پاسان ساڳئي نالي وارن ٻن ڳوٺن جي وجود ۾ اچڻ پٺيان به تاريخ هئي. هڪ شاهه پراڻي ڳوٺ مان گهڻن هندن کي لڏايو ۽ ٻئي شاهه هنن مان ڪجهه کي مفت زمين ڏئي نئون ڳوٺ ٻڌايو. نئون، سٽيشن جي بلڪل سامهون ٻه ميل پري هو ۽ ٻنهي وچ ۾ درٻيلي مائنر (واهه) جي نڪرڻ ڪري سواريون پراڻي ڳوٺ کان ور ڪري وينديون هيون. پيدل وينڙ درٻيلي مائنر جي ڪپ تان لنگهي سڌو نئين ڏيري ۾ پهچندا هئا. درٻيلي مائنر جي پريان سٽيشن طرف هئي بازيگرن جي بستي. پندرنهن ويهه جهوپڙيون ۽ انهي چوڌاري ڍنگرن جو لوڙهو. اهي بازيگر هندو هئا يا مسلمان؟ ڪير پڪ سان چئي نه سگهندو هو. نالا هندن سان ملندڙ جلندڙ، افعال نه سڌريل هندن جهڙا نه پڙهيل مسلمانن جهڙا. ڏيري ۽ آسپاس ۾ ڪاٿ لڳندو هو ته الزام اڻ پڇو بازيگرن تي ايندو هو. بازيگر اسٽريون سڀ سرليون – پنڌ ۾ پيڙ نه لاڏن ڳانڍاپ ۾ لاثاني.

گهڻا ورهيه اڳ...

جڏهن مان اٺا ٻارهن هوس (اٺين نه ڪي ٻارهين ۾ اڄ به

ٻار آهيان ۽ ان حقيقت جي ساک، پيو ڪونه ڀري ته منهنجون ٻي ٻيون ٻڌوپيءُ ڀري سگهون ٿيون)، تڏهن مان ڏيري جي ننڍين ڳوٺ ۾ پنهنجي پڦيءُ وٽ وڃي رهندو هوس. سٽيشن کان پيدل ڳوٺ ڏانهن ويندي مونکي بازيگرن جي بستيءَ اڳيان واٽر ڪورس جي ڪناري تان لنگهڻو پوندو هو. ان واٽر ڪورس جي ٻيءَ ٻر هڪ ٻني هوندي هئي جا هميشه غيرآباد پيئي هوندي هئي.

ان زماني ۾، مان مارڪسواد ته ڇا، سياسي ڳالهين کان به بنهه اڻ واقف هوس. پوءِ به نه معلوم ڪئن، بازيگرن جي بستيءَ وٽان لنگهندي منهنجي دماغ ۾ اهو سوال ڪر موڙڻ لڳندو هو ته اهي بازيگر چوريون ڪرڻ ۽ ڪاٽن هڻڻ کان ڪنارو ڪري ان غيرآباد زمين ۾ پوک ڪري، ايمانداريءَ جي پورهئي سان پيٽ گذران ڇو نٿا ڪن؟

هڪ دفعي، اهو سوال مون پنهنجي پڦيءَ کان پڇيو. هوءَ پراڻي زماني جي زال ذات، لنهن سواءِ هن جي دنيا گهر تائين محدود. هن چيو، ”هيءُ بابي، هنن کي ڪو پوک ڪرڻ لاءِ ڏيندو ته ڪانه، هنن کي هڻندا.“ پڦيءَ جو جواب ٻڌي مونکي کل اچي وئي.

ٻئي دفعي، مون پنهنجي جوان پڦاٽ اڳيان اهو سوال دهرايو. هن ورائيو، ”هنن جا هڏ ويهي ويا آهن. هنن کان هارپي جو اوکو ڪم قيام ڪين ٿيندو.“ مون ۾ هنن کي رد قد ڏيڻ جي دماغي توفيق ڪا نه هئي، پوءِ به مونکي

Soorih Mirani

انهن لکيو ته اهو منهنجي سوال جو صحيح جواب نه هو.
ٽئين دفعي، مون ٽئين ڳوٺ جي هڪ رٽائرڊ ڊيڪ منشيءَ اڳيان ساڳيو سوال پيش ڪيو. هن چڱي مڙس چيو، ”نينگر، زمين هنن جي آهي ڇا جو اُن ۾ پوک ڪرڻ لڳن؟ زمين آهي شاهه سائينءَ جي ۽ شاهه سڳورو ڄاڻي ته هيءُ هر مکيءَ جا ڪيس ڪي ۾ ته مڪائيندا، ته ڪان اڳـ ۾ ڪاڻي ويندا. هنن شاهه مڪن جي ڏپ ڪان ڀيو ڪو ۾ اُن زمين ۾ هر هلائڻ لاءِ تيار نٿو ٿئي ڇو ته هر ڪو ڄاڻي ٿو ته هيءُ سنگن کي ڀڃڻ ني ڪونه ڏيندا.“
هن پوڙهي مڙس جي ڳالهه مونکي ڪنهن حد تائين دل سان ضرور لڳي ليڪن مونکي پوري تسلي نه ملي.
ورهين جا ورهيه منهنجو سوال لاجواب ئي رهيو. ان وچ ۾ منهنجو سياسي ۽ سماجي شعور وڌندو ويو.
اڄ هن ناول ۾ پاڻ ئي پنهنجي ننڍپڻ جي سوال کي جواب ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم. انـلاء سهارو ورتو اٿم سماجوادي تخليقي حقيقت نگاريءَ جو. سماجوادي تخليقي حقيقت نـگاري، توري ۾ اها آهي ته حالتن ۽ ڪردارن کي جئين حقيقي زندگيءَ ۾ آهن تئين پيش ڪرڻ بدران جئين ٿي سگهن ٿا يا ٿيڻ کپن تئين پيش ڪجي. ممڪن آهي ته ناول جي مکيه پاترن - فيض محمد، رام، پريميءَ ۽ شاهه جهڙا ڪردار اسانجي، اڳيان، حقيقي زندگيءَ ۾ نه آيا هجن. ان جو مطلب اهو نه آهي ته اهڙا انسان ٿي نٿا سگهن يا ٿيڻ نه کپن. دنيا ۾ اهڙا ۽ انهنکان اهتر

Soorih Mirani

انسان ٿي گذريا آهن، اڃا موجود آهن. سنڌي مسلمانن ۽ هندن (پوءِ اهي سنڌ ۾ هجن يا هند ۾) جي بهتر زندگيءَ لاءِ سنڌين ۾ به اهڙن انسانن جو پيدا ٿيڻ هڪ طرف لازمي آهي ته ٻئي طرف اَسڀاويڪ نه آهي. ياد رهي ته سماجوادي حقيقت نگاري هوائي نه آهي، انهيءَ عمارت موجوده سماجي حالتن، آرٿڪ اسٿتي، انساني امنگن ۽ آدرشن جي بنياد تي اُڏيل ٿئي ٿي. انهيءَ ڪري هن ناول ۾ سنڌي ڳوٺاڻي جيون، انهيءَ جي خامين خصلتن، سماجي تضادن ۽ ڪردارن جي اندروني ڪشمڪش جي چٽر چٽڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم.

مونکي اميد آهي ته هيءُ ناول ساهت پريمين ۽ نقادن کي پسند ايندو.

گوبند مالهي.

ڪانديولي،
۱۲ جولاءِ ۱۹۵۶ع.

# سنڌي ساهت جو مالهي

ملڪ جي ورهاڱي کان اڳ وارا ڪتاب ۽ رسالا پڙهجن تہ انهن تي لڳي ٿو تہ اسان سياسي ۽ سماجي طرح اڄ ان دور ۾ آهيون. اسان جا نعرا ۽ مطالبا هيئنر بہ ساڳيا آهن. اهي سياسي ۽ سماجي ڪهاڻيون، ناول ۽ تقريرون انگريزن کان آزادي حاصل ڪرڻ خاطر هيون، يا طبقاتي سماج خلاف. ان وقت سنڌي اديبن جيڪي پاڻ ڪتاب لکيا يا ٻين ٻولين تان ترجمو ڪيا، انهن جو موضوع گهڻو ڪري هوندو هو: سنڌين ۾ سياسي جاڳرتا پيدا ڪرڻ، آزادي حاصل ڪرڻ خاطر جاکوڙ ڪرڻ، ۽ سياسي چيتنا ۽ نظرياتي سجاڳي آڻڻ. ان ڪري باشعور ۽ ترقي پسند ۽ انقلابي ليکڪ اهڙو ئي ساهت لکندا ۽ پيش ڪندا هئا. هيئنر بہ اسان جي جاکوڙ ساڳي آهي، نعرو ساڳيو آهي، گهرون ساڳيون، ضرورتون ساڳيون آهن.

گوبند مالهيءَ جو ناول "شرم ٿيندي" اهڙن ڪتابن مان آهي. هو انقلابي ۽ ترقي پسند ليکڪ آهي، ۽ سنڌيءَ جي ترقي پسند ساهت جي باني ڪارن مان آهي. هن ڪوڙ انقلابي ڪهاڻيون ۽ ناول لکيا آهن. هن جي هن ناول "شرم ٿيندي" ۾ جاگيرداري دور جي عورت چٽيل آهي ۽ طبقاتي سماج جون برايون پڌريون آهن. ان سان گڏ سياسي ساڃهہ ۽ طبقاتي شعور پيدا ڪرڻ لاءِ بہ گهڻو ڪجهہ ڏنل آهي. ناول جا ڪردار جيئرا جاڳندا، جيون سان ڀرپور ۽

پنهنجن حقن لاءِ جاکوڙ ۾ پاڙيندڙ آهن. ڏسجي ته ته هي ناول واقع نگاري (Factnalism) جي پٽل آهي. ان جا ڪردار حقيقي ڪردار آهن. گهڻي ۾ گهٽ هڪڙو ڪردار جنهن کي هينئر هرڪو سنڌي سڃاڻي، سو ته حقيقي آهي ۽ اهو آهي مرحيات قاضي فيض محمد.

سائين گوبند مالهي هن وقت ڪهڙن حالن ۾ آهي، ان بابت مان عمر قاضيءَ جي چيڪ تازي سفرنامي ”ديسين وٺ پرديس ۾“ مان هڪڙو ٽڪرو ڏيان ٿو. عمر قاضيءَ هندستان جو هي سفر ۱۹۸۲ ۾ ڪيو هو. هو لکي ٿو: ”گوبند مالهي هتي جي سيني سنڌي ليکڪن ۾ عمر ۾ وڏو آهي. هن جو شمار سنڌيءَ جي وڏن ليکڪن ۾ ٿئي ٿو. ورهاڱي کان اڳ به سنڌ ۾ سندس شمار وڏن ليکڪن ۾ ٿي ٿيندو هو. گوبند مالهيءَ ڪيترائي ناول ۽ ڪهاڻيون لکيون آهن. سنڌي ڊرامي لاءِ گوبند وڏو ڪم ڪيو آهي. هن وقت سندس سنڌي ناٽڪ ڪمپني آهي. ٻين آرٽسٽن سان گڏ، مشهور ڳائڻي ڀڳونتي ناواڻي به ان ۾ شامل آهي. هي سڄي پارٽ ۾ سنڌي ڊراما ڪن، بلڪ ٻين ملڪن ۾ به وڃي سنڌي ڊراما ڪندا آهن. اهو ئي سبب آهي جو سنڌي ناٽڪ ٻين ٻولين جي ناٽڪن کان اڳيان نڪري ويو آهي.“ (صفحو ۱۱۳-۱۱۴)

مون کي پڪ آهي ته هي ڪتاب ڏاڍو ڪارائتو ۽ اثرائتو ثابت ٿيندو.... جيئي سنڌ!

نجم عباسي—

۱۰- جولاءِ ۱۹۸۴

Soorih Mirani

رام، ٻين ٽن سالن بعد، پنهنجي
جنم ڀوميءَ جي ننڍيءَ سٽيشن جي
پليٽفارم تي قدم رکيو تہ حيرت ۽
خوشيءَ جي مليل جهليل احساس
وچان ڪانئس بي اختيار نڪري ويو،
”توهان!... توهان ھاڻ سٽيشن تي
اچڻ جي...“

هن اُمالڪ رام کي ڀاڪر ۾ کڻي
ورتو؛ رام پنهنجو جملو پورو ڪري
نہ سگهيو.

هن رام کي ڀاڪر ۾ ني گاڏيءَ
کان پري چڱي ويندي چيو،
”ڪهڙي گناه جي سزا طور تو مونکي
توهان ڪري سڏيو؟“

رام چيو،”پاڻ لکيو هو تہ هاڻ
سيداسہ جي گادي توهان...“

”وري توهان! سيدامہ جي
گادي نشين ھجڻ سان ڇا مان عمر
۾ توکان وڏي ويس؟“

”عمر ۾ نہ سهين، مرتبي ۾
ئي شڪ...“

شاهہ ڪجهہ ڇوي لڏهن کان اڳ
شاهہ جي خاص خيليءَ ٻنهي دوستن

جي ويجهو اچي چيو، ”شاهه سائين سامان لهي ويو...“

رام شاهه جي ڀاڪر مان نڪري چيو، ”عثمان تون! منهنجو ته توڏانهن ڌيان ئي نه ويو...“

شاهه کلي چيو، ”وڏي ماڻهوءَ ٿيڻ جا اهي اهڃاڻ آهن.“

رام چيو، ”وڏي ماڻهو ٿيڻ جو سوال ناهي، توهانکي سٽيشن تي آيو ڏسي منهنجي حيرت جي حد نه رهي...“

شاهه چيو، ”ايڏي سمجهاڻي ڏيڻ جي ضرورت ڪانهي. تون سامان سنڀال. گارڊ وسل هڻي آهي.“

رام ان وچ ۾ سامان جي ويجهو وڃي ويو هو. سامان جا نگ ڳڻيندي چيائين، ”هڪ، ٻه، ٽي، چار، پنج... سڀ آهن. عثمان سفر لاءِ ڪمبل نڪر جي گهڙي لاهڻ ۾ نه ڀليو آهي.“

شاهه کلي چيو ”انصاف تنهنجا ۾ نه وسارنا. گهگهي ۾ سال اڳ زور ڪري مون توکي پڙهائي هئي. ان کي سانڍي سلامت کڻي آيو آهين...“

عثمان ادب سان چيو ”قبلا، سامان علوءَ جي ٻڪيءَ ۾ رکايان يا ٽيڪوءَ جي ۾؟ ٻنهي مان ڪنهنکي به سواري ملي نٿي ڏسجي...“

شاهه چيو، ”علوءَ جي ٽانگي ۾ رکاءِ. ڇيهس ته گهوڙي کي گهنگهرو ٻڌي...“

گاڏي آخري وسل هڻندي چُري. آهستي آهستي گاڏي پليٽ فارم ڇڏڻ لڳي. شروعات ۾ انهن ئي پاسيو

ٻ ٻئي دوست ۽ گويا گاڏيءَ سان قدم ملائيندا ڪيٽ ڏانهن ٿي وڌيا پر ليو انهن جو گاڏي پليٽ فارم ڇڏي ۽ هيءَ اچا ڪيٽ ڪان پري هئا!

رام چيو، ”اڄ صبح جو ٿي اهڙي گرمي ٿي آهي يا روز هوندي آهي؟“

شاهه ڪلي چيو، ”اوهان واقعي وڏو ماڻهو ٿي ويا آهيو.“

رام اڻ سمجهاڻيءَ وچان چيو، ”مون اوهانجو مطلب نه سمجهيو.“

”ٻن سالن جي اندر اندر وطن جي آبهوا نه وسري وئي اٿيئي. هيءَ جولاءِ جو مهينو آهي ۽ هن چوويهه ئي ڪلاڪ گرميءَ جو راڄ رهندو آهي.“

شاهه ڪيس ڪو طعنو نه ڏنو هو، اها رام ڪي ٻڌوئيءَ جاڻ هئي ۽ پوءِ به هن جي دماغ ۾ هٿوڙو لڳو، ”ٻن سالن جي اندر اندر...“

شاهه هنکي زياده ويچار ڪرڻ جو موقعو نه ڏنو، ريلوي ويٽر جي سٽال وٽ پهچي پڇيائين، ”ناڊل پيئندين يا آريبج؟“

”نه ناڊل، نه آريبج.“

”يعني؟“

”مونکي پيگ جو گلاس کپي.“ رام جي چپن تي مرڪ ڊوڙي آئي.

شاهه ويٽر کي چيو، ”ڪرمون، ٻه ناڊل جا گلاس.“ پوءِ رام ڏانهن نهاري مرڪي چيائين، ”پيگ نه اوطاق

لئي ويٺي ٿي. اول ٽون ڪرمونءَ جي ناڊل جو ذائقو وٺي ڏس، ڪرمونءَ جي ناڊل ۾ پنهنجي الڳ سان آهي. ڪٿي ڪرمون ...“

ڪرمونءَ ٿانوءَ سان ٻرف ڪٽيندي چيو، ”انهن پاڻ قدر دان آهيو ...“

رام پڇيو، ”ڪرمون، مونکي سڃاڻين ٿو؟“

ڪرمونءَ ٻرف گلاسن ۾ وجهندي چيو، ”سائين، ڏسو ۽ ڇوي ڄاڻو؟ ماستر رسول بخش سامهون ساڳيءَ بينچ تي ويهندا هئاسين. ديوان، مونکي اهو ۾ ياد آهي ته مان گهران حساب ڪري نه ايندو هوس. تون گهنڊ لڳڻ کان اڳ مونکي حساب ڪري ڏيندو هئين ۽ مان ماستر جي مار کان بچي ويندو هوس ...“

رام ٽهڪ ڏيئي چيو، ”رسول بخش جي مار ۾ مار هوندي هئي ...“

شاهه ڪرمونءَ کان ناڊل جو گلاس وٺي رام ڏانهن وڌائيندي چيو، ”مونکي ان مار جو ڪو آزمودو نه مليو.“

رام چيو، ”سيدائي بار تي هٿ هلائڻ جي رسول بخش کي ڪڏهن همت ٿي نه ٿي.“ پوءِ ناڊل جا ٻه ٽي ڍڪ ڀري چيائين، ”ناڊل واهه جي آهي.“

شاهه مرڪي چيو، ”رسول بخش جي مار، ڪرمونءَ جي ناڊل ... ٻن ناميارن چيزن مان هڪ جو ذائقو مون توکان وڌيڪ چکيو آهي.“

رام پليٽ فارم جي جهنگلي مان ٻاهر نهاري چيو،

"هتان جي تہ رونق ئي ڦري وئي آهي."

شاهہ چيو، "هو سامهون دڪانن جي قطار ڏسين ٿو، ڪنڊ جي ساڄي پاسي اهي دڪان ٻہ سال مون جوڙايا هئا فيضوءَ جي صلاح تي..."

"فيضو ڪهڙو؟"

ڪرمونءَ هڪ پورنڙ کي پاڻيءَ جو گلاس ڏيندي چيو، "ديوان، تون تہ غضب ٿو ڪرين. فيض محمد پنهنجو ڪلاسي نہ هوندو هو. هن سال وڪالت پاس ڪئي اٿس."

ڪرمونءَ جو طعنو رام جي دل اندر چڀي ويو. پشيماني ظاهر ڪندي چيائين، "ننڍپڻ ۾ ٻئي دوست وڇڙي وياسين. تون سڪول ڇڏي ناناڻن ۾ حيدرآباد هليو وئين. فيضو ڪنڊياري تعليم ورتي ۽ مون ٺاروشاهہ ۾. ڪاليج ۾ فيضوءَ ۽ مون جدا جدا وسايا. مان ڪراچيءَ ۾ پڙهيس ۽ هو شڪارپور ۾. ٻہ سال اڳ تہ مان سنڌ جا وڻ ئي ڇڏي ويس."

شاهہ چيو، "ائين ٿيندو آهي." ائين چئي هو ڪرمونءَ کي خالي گلاس ڏيئي پليٽ فارم جي گيٽ ڏانهن وڌڻ لڳو.

رام خالي گلاس موٽائيندي چيو، "پيسا..."

ڪرمونءَ وات تي آڱر رکي چيو، "ش ش... شاهہ صاحب بگڙندو. تنهن کانسواءِ جهوني ڪلاسيءَ جي ڪجهہ مهماني ڪرڻ جو مونکي بہ تہ حق آهي."

شاهه پري کان ڇيو ، ”اڄ نہ ٠ ڳالهين ڪرڻ لاء زندگي پيئي اُٿو ٠“

رام ڇيو ، ”وري گڏ ٿاسين ٠“ ۽ هو شاهه ڏانهن وڌي ويو ٠

شاهه ۽ رام سٽيشن کان ٻاهر نڪتا تہ هڪ پير مرد اچي شاهه کي پيرين پيو ٠

شاهه پڇيو، ”پيرو، ڪر خبر ٠“

پيرو ۽ هڪ قدم پٺتي هٽي ادب سان ڇيو ، ”مان سائينءَ جي اوطاق لي ويو هوس ڏس مليو سائينءَ نہ آهن ... “

شاهه پڇيو ، ”خير تہ آهي ٠“ شاهه رام جو هٿ پڪڙي ٽانگن جي سٽينڊ ڏانهن وڌيو ٠ پيرو ۽ پٺيان ايندي ڇيو ، ” سائين خير ناهي ٠ جمعدار جانمحمد شيرو ۽ کي ناحق لاڪپ ۾ ڪٽي بند ڪيو آهي ٠“

شاهه علوء کان گهوڙي جون رنڊون ونندي ڇيو ، ” ناحق نہ چئو ميان ٠ پراڻي ڳوٺ ۾ ڪالهہ جيڪو ڪاٺ لڳو آهي تنهن ۾ شيرو ۽ جو هٿ هوندو ني ... “

پيرو ۽ نماڻائيءَ سان ڇيو ، ”قبلا ، شيرو ڪالهہ رات ماڙا پيو رهيو هو ، وڏيري جمالدين جي فرجند جو نڪاح هو ... “

شاهه کلي ڇيو ، ”تنهنجي معنيٰ گهر نہ هو نہ ٠ پوليس وٽ هيڪاري ثبوت وڌيو ٠“

شاهه رام کي ٽانگي جي اڳين خاني ۾ ويهڻ جو اشارو ڪيو ٠

پيروءَ چيو، ”سائين، اوهان جي رعيت آهيون ...“

رام جي ٽانگي تي چڙهڻ بعد شاهه، گهوڙي جون واڳون جهلي ٽانگي جي اڳئين خاني ۾ چڙهي ويٺو. علوءَ کان پيد جو اکڻ وٺي چيائين، ”ان جو اهو مطلب نه ناهي، اوهان ڏوهه ڪندا رهو ۽ مان توهان کي ڇڏائيندو رهان.“

پير مرد جي اکين ۾ آنسو ڀرجي آيا هئا. هن اشڪبار اکين سان چيو، ”مرشد، شيرو بيگناهه آهي...“

شاهه چيو، ”بيگناهه آهي ته ڇٽي ايندو. ميان، هروڀرو بادشاهه گرڏي ڪا نه آهي.“

پيروءَ ڪلهي تي پيل انگوڇي سان اکيون اگهندي چيو، ”سائين جن جمعدار جانمحمد جي طبع مان واقف آهن. هو شيروءَ تي اهڙي مار وجهندو جو وڌيڪ مار کان بچڻ لاءِ هو ڏوهه سر تي کڻندو...“

شاهه چيو، ”ڪورٽ ۾ ڦري سگهيتو. پوليس ۾ ڏنل زبانيءَ جي ڪورٽ ۾ ڪا قيمت ڪانهي.“

پيروءَ نهايت عاجزيءَ سان چيو، ”حاڪم، رهڻو نه هن ڀر ۾ آهي...“

پٺئين خاني ۾ ويٺل علوءَ چيو، ”شيروءَ جو نهال جي دڪان کي لڳل ڪاٽ ۾ هٿ ناهي. قبلا، ايترو مان به چئي سگهان ٿو.“

شاهه مرڪي چيو، ”چورن جا پائر ڳنڍيڇوڙ.“ پوءِ عثمان، جو اڃا تائين هيٺ بيٺو هو، کي چيائين، ”تون به چڙهه.“

عثمان پنهنجي کاٺي ۾ چڙهڻ لڳو.

پيروءَ ٻاڏايو، ”سائين، اوهان وٽ ته جمعدار کي...“ هڪڙو گلو وري ڦرجي آيو.

شاهه چيو، ”مان وٽ ته عثمان کي لاهي جانمحمد کي اوطاق تي گهرايان ٿو. شيروءَ خلاف ونس ٿيا ته هوندي ته مان ڪجهه نه ڪندس.“

پيروءَ ٽانگي جي ويجهو اچي، شاهه جي پيرن تي هٿ رکي چيو، ”قبلا، اوهان جو بڪت بالا رهي.“ پوءِ هٿ چاليءَ سان لائيندي پوي ٿي بيٺو.

رام آهستي شاهه کي چيو، ”هن ويچاري کي به چاڙهي هلو.“

شاهه چيو، ”انهن هلجي ته سيدي ءَ جي ڀڄاٽي اچي وڃي.“ پوءِ پيروءَ ڏانهن نهاري چيائين، ”ميان، تون به پنهيان چڙهه.“

علوءَ سوڙهو ٿي پيروءَ کي جاءِ ڏيندي چيو، ”اهو اسانجو سيد اٿيئي. هالاڻيءَ وارو سيد هوند بيٺو به نه سهيئي.“

پيروءَ وهندي چيو، ”آبا، تڏهن ته اسين به هن سائينءَ جو در جهلي بيٺا آهيون.“

شاهه رٿن کي چپ ڏني. گهوڙو ڳوٺ ڏانهن وڌڻ لڳو. گاڏيءَ جا ڦيٿا، گهوڙي جا سنب ۽ هڪڙي ڳچيءَ ۾ پتل گهنگهرو تال تي تال ملائي عجيب موسيقي پيدا ڪري رهيا هئا. پنهيان پڇندڙ وڻ ۽ ڪيمت فضا کي تهائين

رنگين ڪري رهيا هئا. رام جي دل ڀرجي ويئي. هو گنگنائڻ لڳو:

خاص ڪٿوري پانيان وطن جي واري
مٺي منڙي ملڪ جي مشڪان موچاري...

شاهه کلي چيو، ”نديءَ هوندي وارا اهي بيت... اڄا ياد اٿيئي؟“

رام وراڻيو، ”گاهه ۽ گلزاري، ٻن باغيچو پانيان... هي ٻه بيت ٻه وسرڻ جا آهن.“ ڪجهه دير ڪان پوءِ چيائين، ”هاڻ ته هتي ٻن واقعي باغيچا ٿي ويا آهن، اوهانجي ڪوشش ۽ جفاڪشيءَ سان.“

شاهه ٽهڪ ڏنو ۽ چيو، ”منهنجي ڪوشش ۽ جفاڪشيءَ سان! لوڪي ڪنهن گمراهه ڪيو آهي؟“

”پانو وقت بوقت ڳوٺ جو واءُ سواءُ چنين ۾ لکندو هو. هن لکيو، ”سيد علي اڪبر شاهه صاحب جي ڪوشش ۽ جفاڪشيءَ سان ڳوٺ جي رونق ئي ٻي ٿيندي پيئي وڃي...“ هن شاهه جي سچي ناالي لي خاص انداز ۾ زور ڏنو.

شاهه چيو، ”سيد علي اڪبر شاهه صاحب... مون ۾ صاحب ٻڌجي وڃڻ جو ڪو ڪرو ڏسڻ ۾ اچيئي ٿو؟...“

رام کلي چيو، ”پنڌين خاني ۾ ويٺل پير مرد ان جو زنده ثبوت آهي. ڳوٺ ۾ اجا چوريون ۽ ڪات هليا پيا اچن! مون سمجهيو هو ته توهان جي راڄ ۾ انهن جو انت اچي وڃو هوندو.“

”جيستائين بڪ، ۽ بي عامي زور آهي تيستائين چوريون ۽ ڪاٽ گهٽبائي ڪونه.“

رام شاهه ڏانهن نهاري پڇيو، ”اوهان به ائين مڃيو ٿا؟“

شاهه گهوڙي کي چڪي ڏيهاري چيو، ”عثمان، تون ته اندر وڃي ڏس ته جانمحمد آهي؟ جيڪڏهن هجي ته مونکي ٻڌائج. مان اڳو ڪوڙو ڪم هيڪار ئي به ٽي منٽ ساٽس ڳالهائي شيروءَ وارو معاملو پورو ڪري ڇڏيان.“

پوءِ رام ڏانهن نهاري چيائين، ”تون گهر وارن جي سڪ ۾ چار منٽ به بي سگهندين نه؟“

رام چيو، ”آمان، پاڻو ۽ ٻيا گهر وارا سمجهي ويٺا هوندا ته اڄ مان آيو ئي ڪونه آهيان.“

”مان هيڏانهن ايندي پيمن کي دڪان تي چئي آيو هوس ته رام کي ونڃ ٿو وڃان. هو سمجهي ويو هوندو ته مون توکي ڪٿي ترسائي ڇڏيو آهي.“

”اوهانکي منهنجي اچڻ واري ڳاڏي به پاڻوءَ ئي ٻڌائي هوندي... اوهان ناحق تڪليف ورتي. مان گهران ئي اوهان وٽ پاڻ ڪان پاڻهي سلامي پرڻ اچان ئي ها.“

شاهه جو منهن ڪنهن حد تائين سرخ ٿي ويو. خشڪ آواز ۾ چيائين، ”ننڍپڻ جي دوست کي سٽيشن تي وٺڻ لاءِ اچڻ تڪليف اوهان ڪاليجي تعليم ورتل لاءِ هوندي.“

”اوهانجي ۽ منهنجي حيثيت ۾ فرق آهي، شاهه سائين!“

”اوهان، شاهه سائين ۽ حيثيت ۾ فرق ... اهاني تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ توکي ٻاهر وڃڻ جي ضرورت ڪا نه

هئي.“ ٿاڪي ڏاڍهن ڏسندي چيائين، ”جمعدار پاڻ پيو اچي.“

شاهه گاڏيءَ مان هيٺ لٿو. هن ڪان اڳ علو ۽ پيرو به گاڏيءَ مان لهي پيا هئا. شاهه علوءَ کي چيو، ”تون ديوان کي گهر ڇڏ. پيسا ڏيئي نه وڃجانس.“ پوءِ هو رام ڏاڍهن ڏسڻ ڏاران ٿاڪي طرف وڌي ويو.

پيروءَ پڇيو، ”قبلا، مان ترسان؟“

شاهه رعب مان چيو، ”تون گهر وڃي آرامي ٿيءُ.“

پيرو پير پير ۾ پائي شاهه جي پنيان وڃڻ لڳو.

علو پنهنجين ڪاني ۾ واهي گهوڙي کي ڇڪي ڏني. رام چيو، ”ترس، شاهه صاحب جي واپس ورڻ تائين ترس.“

علوءَ رنئون ڀوڳيون ڪري ڇڏيون.

رام ان وچ ۾ پليءَ پٽ سمجهي ويو هو ته سندس ننڍپڻ جي: دوست علي اڪبر، ’سيد علي اڪبر شاهه صاحب‘ سان گڏ ’مرشد‘، ’قبلو‘ ۽ ’حاڪم‘ ٿيڻ بعد ننڍپڻ جو سياءُ، خصلتن ۽ خامين سميت - جئن جو تئن برقرار رکيو هو.

اوچتو علوءَ پڇيو، ”ديوان، اوهان ڪلڪتي ۾ پڙهندا هئا نه؟“

رام سنجيدگيءَ سان وراڻيو، ”شانتينڪيتن ۾.“

پوءِ چيائين، ”اهو ڪلڪتي جي پرسان ئي آهي.“

ڪجهه وقت جي خاموشيءَ بعد علوءَ چيو، ”اوهان کي ضرور وڏي نوڪري ملندي...“

رام هلڪو ٽهڪ ڏيئي چيو، ”مان ٻا ماستر ٿي سگهاندو يا ڪلارڪ.“

علوءَ کي ڪجهه سمجهه ۾ نه آيو ۽ چيائين، ”قاضي غلام محمد جو فرزند فيض محمد شڪارپور کان پوءِ ڪراچيءَ پڙهڻ ويو ته هاڻ ڪنڌياري جي شاهه محمد وڪيل سان گڏ وڪالت شروع ڪئي اٿس، اوهان اندر پڙهي پڙهڻ ويا...“

رام گهمرائجي سان چيو، ”مان وڏيڪ ڪمائڻ لاءِ قابل ٿيڻ جي ارادي سان شانتينڪيتن نه ويو هوس.“

علوءَ جو دماغ ٿڪائين منجهي ويو. ’وڏن ماڻهن جون وڏيون ڳالهيون،‘ اهين سوچي چپ ٿي ويو. پوءِ ٿوري ڏانهن نهاري چيائين، ”شاهه صاحب اچا ته جمعدار سان ڳالهيون پيو ڪري.“

رام پڇيو، ”مان جيڪڏهن وڏيءَ عمر وارن لاءِ هڪ سڪول کوليان ته اوهان ماڻهو جيڪر پڙهڻ اچو.“

علوءَ خشڪ آواز ۾ چيو، ”ديوان، اسين پڙهڻ لئي وقت وڃايون ته کائون ڪٿان؟“

”ڏيهن جو گذر لاءِ ڪمايو، رات جو موڪل پڙهڻ اچو.“ رام هڏڪي منهن ۾ لڳيندو رهيو.

”اهين ڇو نه،“ علوءَ آلساهه وچان چيو، ”پوءِ ته زمين ۽ پراڻي گوٺ جي ماڻهن کان سواءِ آس پاس جا هاري ٿاري به هوند اچن.“

رام کجهه چوڻ ٿي چاهيو ٿيهن کان اڳ، علوءَ

وري ٽراسانيءَ سان ٻيءَ نوع ۾ چيو، ”ڏينهن جو خون
پسينو هڪ ڪرڻ بعد راحت جو ننڊ کان جڏهن ڇڏائڻ
مشڪل آهي، ديوان!“

رام جي اُساهه جو گلو مروٽجي ويو.

علو چوندو رهيو، ”راحت جو اوجاڳو ڪجهي ته ڏينهن
اڪ ٽي ته ٿئي. تنهن کانسواءِ تون سڪول ته ڪنهن
مقرر وقت تي هلائيندين، اسان ماڻهن کي ان وقت فرصت
هوندي به يا نه... باقي واڻيا تو وٽ پڙهي سگهن ٿا.“

رام کي ڪو جواب نه ڏيندو ڏسي چيائين، ”تون ته ته
ديوان ڪنهن نه ڪنهن نوڪريءَ کي لڳندين. پيمن ته
چوندو آهي...“

رام آتاولائيءَ سان پڇيو، ”ڀائو ڇا چوندو آهي؟“

رام جي ان سوال پڇڻ جو ڍنگ اهڙو هو جو علو
ڌمڪجي ويو. چيائين، ”ڀائڙڪي ڪا خاص خبر ڪانهي.
پاڻ سالن کان گهوڙي لاءِ داڻو پيمن ڏان وٺندا آهيون،
کي شاهه صاحب جي ڪري کي نئين پڻ کان پيمن
سان خوش خير و عافيت جي وات آهي، تنهڪري.
ڪڏهن ڪڏهن چوندو آهي، ’مدهنجو ننڍو ڀاءُ ڪلڪتي
مان پڙهي ايندو ته وڏو عهدو هنجا پير چمندو.‘“

رام جي دماغ ۾ ٻڙاڏو ليو، ’پورين مغز ماري ڀائوءَ
سان ڪرڻي پوندي.‘ پنهنجي دلي ارادي کي دريتا
ڏيڻ لاءِ ٻاهران چيائين، ”ڀائڙڪي ماستري ڪرڻ جو
ارادو آهي، نئين قسم جي ماستري.“ پوين لفظن تي هن

خاص زور ڏنو.

پوءِ ان شاهه جو آواز آيو، ”لون وٺين ڪو نه؟“

رام وراڻيو، ”توهان ... نه، تنهنجي لاءِ لوسي بس.“

شاهه ٽانگي جي وچ تي اچي کلي چيو، ”نيٺ تو پنهنجي منهنجي صحيح حيثيت سڃاڻي ورتي.“

شاهه ٽانگي جي اڳين خاني ۾ چڙهي علوءَ کان گهوڙي جون واڳون ورتيون. عثمان پٺين خاني ۾ چڙهي ويٺو. پيرو شايد ٽانڊي تي لوسي پيو هو.

شاهه گهوڙي کي چهبڪ ڏني. علوءَ عثمان کان آهستي پڇيو، ”شيروءَ جو ڇا ٿيو؟“

جواب شاهه ڏنو، ”شيروءَ کي ته جمعدار ڇڏيندو. پيروءَ جو پلو ٿي ويو، آخر پنهنجي مٿان اچي ويئي.“

رام شاهه ڏانهن نهاري پڇيو، ”يعني؟“

”شاهه صاحب، مان هميشه اوهانجي اوطاق تان پيو اچان.“

ٽانگو پراڻي ڳوٺ جي ٻاهر واري ڍنڍ جي تلاءَ جي ڪناري تان هلي رهيو هو. شاهه ٽانگو روڪي ڇڏيو.

رام ڏٺو ته تلوار ڪٽ مڇين سان هڪ سونهن ڀريو جوان شخص ٽانگي ڏانهن وڌي آيو. رام کي لڳو ته هو شخص مون اڳ ڏٺوئي ناهي.

پوءِ هن شخص ٽانگي وٽ پهچي پڇيو، ”هيءُ رام آهي نه؟“

رام واڳرو ٿي ويو. شاهه چيو، ”حياتيءَ ۾ اڄ تو

ڀريون ٻيرو ٿي صحيح نه ڪو هيو آهي.“ پوءِ رام ڏانهن نهاري پڇيائين، ”تو سمجهائيس؟“

رام ذهن تي زور ڏيندو رهيو.

شاهه چيو، ”مکي ٻولو مل جو ٻيون نمبر پٽ آهي شيوڪ.“ شيوڪ ڏانهن نهاري چيائين، ”صبوح صبوح جو ڪيڏانهن پيو وڃين؟“

شيوڪ کلي چيو، ”اول اوهانجي اوطاق تي آيس ته هڪ ٻه شطرنج جي بازي ٿي وڃي. اوهان نه مليا ته ٻه گهڙيون جانمحمد سان ڌاڙ ٻتاڪ هڻڻ ٿو وڃان. ڪلاڪن ۾ واپس اوهان جي اوطاق تي پهچي وڃبو.“

شاهه رنس کي چڪ نه ڏيندي چيو، ”ڀلي اچج. اڄ شطرنج کيلبي، اهڙي پڪ نٿو ڏيانءِ.“

ٽانگو ٿورو اڳيرو هليو ته شاهه چيو، ”واندا مل، چي ڀالهو مل ٿو سڏجي.“

رام چيو، ”هاڻي ته ٺهي پيو آهي، ننڍي هوندي چواڻي جو ٻلو پيو چڪاڙيندو هو. ڪيڏو ڇاهي؟ ...“

شاهه چيو، ”شاهوڪاري ٻار جو ٻچو يا... ايف. اي. به پاس ڪري نه سگهيو. هاڻ هٽ هٽ جوڪائيءَ جا چڪر پيو لڳائي.“

ٽانگو براڻي ڳوٺ اندر پهچي چڪو هو. هندن مسلمانن ”شاهه صاحب نياز ٿئي،“ ”مرشد جو خير رهي“ جي رڙ لڳائي ڏني.

شاهه خوش خير و عافيت جي اوٽ موٽ ڪرڻ

جي وچ ۾ رام کان پڇيو، ”گهڻا ڏينهن کوٽ ۾ رهندين؟...“
رام ڪلي چيو، ”عمر ڀر.“
شاهه گمڀيرتا سان پڇيو، ”مطلب؟“ پوءِ چيائين، ”ايمن نه چيو ٿي ڪليڪٽريءَ جو امتحان ڏيارينديو سانس.“
”اِف وشز ور هارسز بيگرس ود رائيڊ (خواهشون گهوڙا هجن نه هوند فقير مٿن سواري ڪن). ٻارڻ جيوت جو مقصد چونڊي ڇڏيو آهي.“
”ڇا ڪرڻ جو ارادو اٿيئي؟“
علوءَ عثمان ڪي چيو، ”هيءَ ديوان اسان وڏيءَ عمر وارن ڪي رات رات جو ٻاڙهڻ ٿو گهري.“
شاهه ڪلي چيو، ”عاليشان مقصد آهي پر...“
رام چيو، ”لوڪي مهنجي مدد ڪرڻي پوندي.“
”مان مدد ڪندس ني. پر گذر لاءِ ٻيو ڪجهه....“
شاهه ٻانءَ گهري سوچ ويچار ۾ پئجي ويو.
رام دردي نسوع ۾ چيو، ”آڇيوڪا ڇو ڪو نه ڪو طريقو نڪري ايندو.“
”ايمن رضامند ٿي نه ٿيندو.“
”اُن ڪي ڏنو ويندو. تو ٻاڻ ٿي تہ اڳهڻو چيو جيستائين ٻک ۽ ٻي عامي زور آهي تيستائين چوريون ۽ ڪاٽ گهٽبا نه ڪو نہ. ان ڏس ۾ ڪجهه نه ڪرڻو پوندو.“
ٽانگو پراڻو ڳوٺ پار ڪري نئين ڳوٺ ڏانهن ويندڙ سڙڪ تان هلي رهيو هو.
شاهه چيو، ”فيضو خوش ٿيندو. هو اڳيئي وڪالت

کان وڏيڪ وقت هماري ڪاميٽيون برپا ڪرڻ کي ڏينديو رهيو."

رام پڇيو، "لوکي خوشي ٿئي ٿي؟"

"مان ڪجهه به ٺيڪ ٺيڪ چئي نٿو سگهان. مان انڌيرن جي ٻنهي دوستن کي خوش ڏسڻ ٿو چاهيان. پر مونکي ڀروسو ٿا ٿيون ته ٻئي اڳتي واٽ تان قدم وڌائيندا پنهنجي لاءِ مصيبت پنهنجي مصيبت، گهٽجندا رهندا..."

رام پڇيو، "فيض محمد اڄ وري ايندو؟"

"اڄ ايندو يا سڀاڻي ڪان پوءِ. مدار هن کي فرصت ملڻ تي آهي. ايندو ته گهوڙي تي چڙهي ايندو. تنهنجي اچڻ جو نيا بو يا ڳو ڏيري سنڌ، گهر اچي موڪليندس."

ٻئي دوست چپ ٿي ويا. ٽانگو هلندو رهيو. اهو ڳوٺ جي ٻاهران جبلن ٽائين اچي پهتو.

ڪاٻي پاسي واري ٽڪل ٽلاءِ ڏانهن نهاريندي رام پڇيو، "هي ٽلاءِ..."

رام ٺهه ٺهه پڇيو، "هي ٽلاءِ ته ڪو وسرڻ جو آهي. هزارن ڪوهن جي دوريءَ تي به هيءُ ٽلاءِ ۽ اُن سان بدلي يادگيريون جان سان جڙيون رهنديون هيون. اڃا هت 'ڪيٽي ڪيٽي' ٿئي؟"

"هڪڙا وڏا ٿي هن ٽلاءَ کي ڇڏي ويا، پيا انهنجي جڳهه والا رهن. ٽلاءُ ڳوٺ جي لاءِ راند ۽ وندر جو مرڪز بڻيو رهي."

يڪا يڪ رام جي ڪن تي هڪ ڪورس راڳ، جو آواز پيو:-

ڏ ٻيري جا واڻيا – سيد لڏايا ....

رام آواز جي ٽوهه لي اکين کي ڦيرايو :-

چار پنج بازيگر-استريون هڪ گهر جي ٻاهران پيندي ڳائي رهيون هيون :

ڪڪڙا کڻن ٻ – هنڌڙا هڻن ٻ ...

رام ٽلي چيو، ”اڄا هيءَ مدي خارج گيس هلي پيو. اوهانجي راڄ هوندي ...“

شاهه گهوڙي کي چڪي ٻهار بيدي چيو، ”لوکي جيڪڏهن پاڙهڻو آهي ته اول انهن بازيگرن کي پاڙهه...“

رام ٽهڪ ڏيئي چيو، ”جنن ڪانئن اهو راڳ وسري ويو...“ رام ٽانگي تان هيٺ لهي پيو.

شاهه ٽانگي مان لهندي چيو، ”مان ڏاڏي مرحوم جي غلطيءَ لي شرمندو آهيان، پر هنن کي پاڙهڻ جي پلاڻ ان لاءِ نٿو ڪريان.“

علوءَ ٽانگي جون ونڊون ونڊيندي چيو، ”ڏينهن جو پڻ راسع جو ڏاڙا هڻن، بازيگرن جو پيو ڪهڙو ڌنڌو آهي؟“

رام جو پاءُ دڪان تان لهي ٽانگي جي ويجهو وڏي آيو هو. رام پاءُ ڏانهن وڌيو. پيءُ پاءُ مان پيرين پوڻ جي اميد رکي هئي، پر هنن کي هٿ وڌائيندو ڏسي، منجهي پيو. پوءِ هن پاءُ جو هٿ پڪڙي ورتو.

ماءُ اڄ پڪيل منهن سان گهر جي چانئٺ تي بيٺي

پٽ جو انتظار ڪري رهي هئي.

شاهه گهر جي دڪيءَ کان ٻاهر و يٺي چيو، ”اَمڙ، منهنجي ڪري توکي رام لاءِ ڪافي اوسيڙو ڪرڻو پيو.“

رام ماءُ منهن لهائين ڀڪي چيو، ”اوهانجو به ڀاءُ آهي، اوهانجو به مٿس حق آهي.“

رام ماءُ اڳيان ٻئي هٿ جوڙي بيٺو. ماءُ فورن هنجا هٿ پڪڙي ورتا ۽ هنکي گهر جي ڏيڍيءَ اندر ڇڪي ڪٺي چانيءَ سان لاتو.

(٢)

ماءُ ڪٽ جي ايس لي پاڻيءَ جو گلاس رکيو ۽ پوءِ ڪٽ جي ڀرسان هيٺ رکيل منجيءَ تي ويهي رهي. پٽ جي منهن تي اکيون اٽڪائي ماءُ چيو، ”پٽ، هڪ ڳالهه پڇان؟“

ڀيمن حيرت وچان ماءُ ڏانهن نهاريو، پوءِ واڪ وارو گره ٽڪڙو چباڙي تڙيءَ ۾ لڱهائي چيائين، ”ڇو اَمان... اڄ تو مون کان ائين ڇو پڇيو؟“ هو ڳالهيءَ ۾ ناهيل ڳنڍي هٿ ۾ جهلي ماءُ ڏانهن نهاريندو رهيو.

ماءُ ڪنڌ هيٺ ڪري چيو، ”ڳالهه ته اهڙي آهي... مونکي ناحق ڪٺيءَ ڪنيو جو پرسي ماءُ جي گهر لاڏن تي ويس... تون ڪاٿ نه! هٿ جهلي ڇو ٻيٺو آهين؟“ ماءُ منجيءَ تان اٿي پٽ جي ڀرسان ڪٽ تي ويهي رهي.

ڀيمن گره واڪ ۾ وجهي چيو، ”نيٺ ته ڳالهه ڇاهي؟“

ماءُ چيو، ”باجيگر ڇوريءَ، مان ڇوڇي ڏيان مٿيءَ

کي. ڳلو سُريلو اٿس ۽ پاڻ ڳائين اٿس... مان رنوڻيءَ جي سونهن کي ڏوٽي پيئنديس..."

يمن کلي ٿي چيو، "ڳانهه ڇو ٿي، سا ته ٻڌائين نٿي؟"

يمن زال، جا پيءَ کٽ تي پنهنجي ننڍي پٽ کي ٺڪيون هڻي سمهارڻ رهي هئي، چيو، "ننڍڙي ماءُ لاڏن ۾ بازيگرن جي بستيءَ مان پريميءَ کي گهرايو هو. اُميءَ هن جا لاڏا ٻڌندي چيو، 'ڇوريءَ جو گلو ڏاڍو سريلو آهي' شاميءَ چيو، 'جيجي، پريمي اڳي پوءِ انهنجي تنهن ملبي، پوءِ ته هر روز هنجي سريلي ڳلي جو...'"

يمن ماءُ جي مان چيو، "مان ڀاڻ ڏيانس. شاميءَ نٿي مڃيءَ کي پاڃاڻي کري گهر ۾ وهاري. هر ٿي لاءِ پاڻ ۽ کا به سني ڇوکري ملندن."

يمن زال ان وچ ۾ کٽ تان اٿي مڇيءَ لي اچي ويٺي هئي. هن مڙس ڏانهن نهاريندي چيو، "ڏيرم جي سچ پچ پريميءَ سان دل آهي؟"

يمن هلڪو ٽهڪ ڏيئي چيو، "مونکي ڪهڙي خبر؟ مونکي صرف اها خبر آهي ته رام روز بازيگرن کي پاڙهڻ ويندو آهي." پوءِ ماءُ ڏانهن نهاري مرڪي چيائين، "امان، پريمي سؤ سڪ ڏيندءِ. اهڙي مضبوط ۽ هڏ ٻڪي تنهن کٽ لي وهاري ڪارائيندءِ. هن تنهن وانگر سڄو وقت لڳڻ جي سور جي رٽ ڪا نه لڳائيندي."

ماءُ جي اکين ۾ آب اچي ويو هو. رلي جي کٽ

سان اکيون اُگهندي چيائين ته، ”تون ٻه انهن ئي چئين... مان ڏسان ويٺي، تنهنجو رام تان ارواح لهندو پيو وڃي.“

پيمن کٽ تان ئي گرڙي نيساري طرف ڦٽي ڪري چيو، ”منهنجي دل ۾ هن لاءِ ساڳي اڳئين جهڙي ممتا موجود آهي. باقي اهو سچ آهي ته مونکي هنجا ڪرتوت سٺا نٿا لڳن.“

ماءُ جي ممتا کي اَجا ٻه وڌيڪ ٺيس پهتي. ماءُ جذباتي ٽونـڪ ۾ چيو، ”اهڙو ڪهڙو اگر پاپ ڪيو آهي منهنجي رام جو توکي هنجا ڪرتوت سٺا نٿا لڳن؟ هن وهيءَ ۾ ڏنگايون سڀ ڪندا آهن. تون ٻه ته دڪان تي وهڻ جي نه ڪندو هئين. جيستائين ٻاٻهن ويٺو هو تيستائين تون ٻه ته گهر ڌانهن ڪا جوابداري نه سمجهندو هئين...“

پيمن ليليءَ سان ڏند ڪرٽيندي چيو، ”آمان، مان رام جيان پڙهيل هجان ته دڪان تي جيڪر اڄ ٻه نه وهان. هنکي جيڪڏهن ڳوٺ جي ٻوڙن ۽ بازيگرن کي ئي اڪابر ڪرڻو هو ته ان لاءِ هزار ميل پري وڃڻ جي ڪهڙي ضرورت هيس؟“ پوءِ ليلي ساڄي ڪن ۾ گهمائيندي چيائين، ”پيسن جا ٻڪ خرچي ڊگريءَ جو ڪاغذ نڪر وٺي اهو فريم ۾ ٻڌي مڙهائي رکڻو هوس ته پوءِ ايترن پيسن ۽ سالن وڃائڻ جو ڪهڙو ستوه پيو هوس؟ ٻڌاءِ...“ ظاهر هو ته جو بخار هوُ ماءُ جي سامهون ڇنڊڻ کان قاصر هو سو ماءُ اڳيان ڇنڊي من جو بار هلڪو

ڪري رهيو هو.

ماءُ خشڪ آواز ۾ ورائيو، ”هنجي پڙهائيءَ بلي پيسا نہ هيئيءَ جي گھوٽ تي خرچيا...“

”امان، تون سمجھين نٿي. پيسا جيوٽداس خرچيا يا مون خرچيا. مان ڪٿي ٿو چوان مون خرچيا؟ پيسا نہ ڏبا نہ؟ نوڪري نٿو ڪري؟ آدم ڪانسواءِ ڇا نوڪري وٺس پاڻ کان پاٺهي هلي ايندي؟ ڇاهي نہ مختيارڪار ٿي سگهيٿو، نہ تہ بہ هيڊ منشگيري تہ هڪدم همت ڪري سگهيٿو.“

”تون شاهہ کي چوندين ٿو ڇئين؟ هنجو رام تي اثر آهي...“

پيمن نهوڙي پرئي لهجي ۾ چيو، ”پرائو پٽ ڏکو ڏيٿي بہ ڪارجي. شاهہ تہ هڪي هت وٺي ڪارو آهي...“ ڪا يڪ پيمن کي ڊپ ٿيو تہ ڪٿي پاسي واري ڪن تي ڪنهن پڌي نہ ورتو. هوءِ سو ٻيا ڌير چيائين، ”شاهہ ويچارو بہ ڇا ڪري؟ رام هن اڳيان ٿوريءَ گهڙيءَ تي لمبي تقرير وٺي ٿو شروع ڪري. ڪلڪتي مان رام بس تقرير ٻاڙي ٿي سکي آيو آهي. ميهن پڇهڻي ڪارڻهن نہ ڏسي ڳالهہ کي چوي، هل پڇ ڪاري. رام سمجهي ٿو دنيا جي سڀني مسئلن جو حل پاڻ تي جاڻي.“

نهن سس اڳيان ڪاڏي جي ٿالهي آڻي رکي. سس چيو، ”مونکي اڃ نہ ڪا نهي.“

نهن سس کي چيو، ”ڪالو نہ. مڇهند جو بہ هڪ ڊوڊو مس ڪاڏو.“ پوءِ مڙس ڏانهن نهاري چيائين،

"اوهان کي ڪيترا دفعا چيو اٿم تہ ڏيرم ٻاجهہ امينءَ اڳيان ڪجهہ نہ چئو...؟"

ڀيمن چيو، "ڳالهہ ٻہ ٻاڻ شروع ڪيائين." پوءِ ماءُ کي چيائين، "امان، ڪاڻ نہ! مان رام جو دشمن ڪونہ آهيان. مان صرف چاهيانٿو تہ هيءَ خواهہ مخواهہ رلڻ ڀڄڻ ڇڏي زندگيءَ ۾ ٺانئيڪو ٿئي."

اوڏي مهل پاسي واري ڪڏ تان ٻڍيءَ جگوءَ ڏاڏيءَ چيو، "رام ماءُ، ٻڌي! اچا هاڻ ٿي ڪانئين: اڄ چلم جو آسرو ڪونهي؟"

ڀيمن ڏال چيو، "اڇو. مان ڦل ٻري ٿي اچان."

ڀيمن ماءُ گهر جي ڳالهہ کي گهر جي چوديواريءَ کان ٻاهر وڃڻ کان روڪڻ لاءِ چپ چاپ چانورن ۾ سائي پاڄي ملائي ڪاٽڻ ويٺي.

جگوءَ ڏاڏيءَ ٻڌي ڪڏ تان ٿي چيو، "تون ڦل ٻري اچ. مان ٿيٽر هيٺان مهڙ واري در جي نگهہ ڪري اچان."

جگوءَ ڏاڏي ٻوهہ ٻہ اولي جي سهاري ٻيٺي رهي. هن طرف کان ڪو ٻہ وارٽا لاپ نہ ٿيندو ڏسي هوءَ غائب ٿي ويئي. ڀيمن ڏال ٻہ هيٺ ڦل ۾ ٿانڊا وجهڻ هلي ويئي.

ڀيمن، ماءُ کي چيو، "امان، مان رام جو مٿ گهرو نہ آهيان. نوڪري هٿ ڪري تہ مان سندس شادي رچائي وڏي ٻاءُ جو فرض ٻجا آڻيان."

ماءُ گهڻو گهڻو سان پريل واڪ سان چيو، "پٽ، مان هر ويرو واپاري ڪانه آهيان. مان ته سڀ ڪجهه سمجهان ٿي."

ڪجهه وقت بعد چيائين، "رام جو مڱڻو ڪري ڇڏ. ٻار پوندس ته جوابداري سمجهندو. هيءَ هڪ گهر لکيو هو ته."

پيمن کلي چيو، "ان ٻروري هيمي ۽ جيوٽداس هڪ راءِ جا نه آهن. جيوٽداس جو خيال آهي ته بدليل زماني سان بدلجي هلڻ کپي. رام جي مرضيءَ بنا ڪٿي مانگي نه ڪرڻ کپي..."

ماءُ بلند آواز ۾ چيو، "رام پنهنجيءَ سان پرڻجڻ چاهيندو ته اسانکي اهو مجبور ڪرڻو پوندو؟ زمانو بدليو ڇٺ ٿي؟"

پيمن هلڪو ٽهڪ ڏيندي چيو، "رام هر ويرو اهڙو ڪجهه ڪم ڪونه ڪندو. شاهه ۽ فيض محمد وڪيل اُن خيال جا حامي سڏائيندي به ان ڪلڻ هاڻ ڪم ڪان نروار وڪيندس..."

"پڇائين ته شاهه ڪان وڌيڪ ان وڪيل ۾ ٻي رام لي ٻرا اثر وڌا آهن؟"

"امان، لون پهورڙي آهن. ماڻهوءَ جو پنهنجو من مضبوط هجي ته سڄو خراب دوستن جا اثر ڪين جهٽيندو. فيض محمد اهڙو ويل به ڪونهي."

ماءُ ليلائيندي چيو، "لون ڀاءُ کي ڇڏي ڏس. ڪڙائيءَ سان نه، پابوهه سان ڳالهائيندس. من سمجهي وڃي..."

”نه بابا، مان نه ڳالهه چوريندوسانس،“ ٻيمن ڪٽ
کان ايندي چيو، ”ٻئي ڏينهن ڪٺي، چيومانس، ’نوڪريءَ
جي درخواست ڇو نه ٿو ڪرين؟‘ ته ٺهاپ يي ادبيءَ
واري نموني ۾ ڇڙڪ جواب ڏنائين، ’مان پنهنجو ٻلو
ٻرو چڱيءَ ريت سمجهي سگهان ٿو.‘ مون پنهنجا ڪن
پڪڙي ڇڏيا. اهو ڏينهن ۽ هيءُ ڏينهن، مون ساڻس
ٻڙڪ نه ٻولي آهي.“

جگوءَ ڏاڏي اوليو ٿي هن کي ٻڌندي چيو، ”اڄ جي
ٺورن کان رام ڀڄالي. ڊڙلسي، جگوءَ کي سمهارڻ لاءِ
هن سان گڏ ليٽي ته اليٽي ننڊ ڪيهي وٺي اٿس. نه گهر
جي ڳڻتي، نه ور جي چنتا. مان ته مڙهي پيس چلهه ۾.“

ان وقت ٻيمن ڏال هڪ هٿ ۾ چلم ۽ ٽڙ ۽ ٻئي هٿ
۾ تاڻدن وارو ٿلهه ڪڻي آئي.

جگوءَ ڏاڏيءَ چيو، ”هيءُ ته نهر آهن نه ساڳيو.
آهي هيءَ ته ڳيوراڙي. ٻوءِ ته ڪيڏي نٿي سس ۽ گهوٽ
جي شيوا ڪري.“

ٻيمن ڏال ٿلهه ڪوءِ لي رکي ٽڙ لي ٿورو پاڻي وجهي،
اهو چلم لي ڦهڪائي جگوءَ ڏاڏيءَ ڏانهن وڌايو. جگوءَ
ڏاڏي منهنءَ لي نهي جڙي ولهي ورٽي هٽي.

ٻيمن ماءُ گرڙي ڪري اچي جگوءَ ڏاڏيءَ ٻرسان
وٺي ته جگوءَ ڏاڏيءَ ته چار ٽڪڙيون ڦوڪون ٻري
ڪنگهندي ٽڙ هن ڏانهن وڌايو.

ٻيمن ماءُ ٽڙ ورتو ۽ جگوءَ ماءُ ٿڙي صفا ڪندي

چيو، ”ڀڙي ڏٺئه، ٻرسي ماءُ الڳن ڀي کهڙا ڀتا کهر وڌايا. ڀالسي ۽ ٻي سوادي. مون ته چکو نه چکيو. ان ٽالي ڪرڻ جو ڪهڙو ستوهه ٻيو هوس...“

جڳوءِ ماءُ جڳ— جي لالي چاني ڪري ٻڌهجي ڪڏ لي موني ويئي. ٻيمن، جوءِ ۽ ٻڌڙي ٻٽ سمي‌ءَ چوٽ لي آرامي ٿيو. ماءُ جانورن ۽ ٻاجهيءَ جا ڍڳڙا اڳيان رکي رام جو انتظار ڪندي رهي. رام هونءَ ته ڏهن سان گهر ايندو هو پر اڄ ته ٽهائين اڌ رات ڪري ڇڏي هئائين. ماءُ ڪڏهن ٻڻا ٻڻا ۽ ڪڏهن دل ئي دل ۾ شاهه، وڪيل، بازيگرن ۽ زماني کي جيءُ ٻيري گاريون ٿي ڏنيون. اُنهن رام کي ا، ئي سخن ٻڌيائين ته انهن رام جي دشمن جي خير لاءِ ئي دعا پڙهائين.

رام جي ڪڙي کڙڪائڻ تي جڏهن ماءُ وڃي هن کي ڪڙو لاٿو تڏهن رام گهر اندر پهچڻ شرط چيو، ”مان شاهه جي اوطاق تي ڪاني آيو آهيان.“

ماءُ پٽ جي پٺيان ايندي چيو، ”روز روز گهر ۾ هيءَ جيان توکي سٺو ٿو لڳي؟“

رام چيو، ”مان ڇا ڪريان اماں، شاهه ڪارائڻ کانسواءِ ڇڏي نٿو.“

”تون ائين ڏيڍ سان ڇو ٿو اچين؟“ آواز جي ٿلهي، ماءُ، جملي پوري ڪرڻ بعد محسوس ڪئي.

رام ڏاکڻ تي لهي پٺيان ماءُ ڏانهن نهاري چيو، ”توکي تڪليف ٿو ڏيان نه؟ سڀاڻي کان مان ٻاهران

ڪلف لڳائي ويندس. مان نہ اڇي سگهندس تہ شاهہ جو خاصخيلي نالين سائي نائين ڪلف ٻاڌل ايندو.“

”تون سوال ڇو نہ ٿو اچين؟“

رام کي جواب نہ ڏيڻي ڏاڍي ڇرڪ لڳو. ماءُ بہ هنجي پٺيان چڙهندي رهي.

پنهنجي ڪمري ۾ ويهي رام چيو، ”مان ڏهہ سال ڇوٽو اڇان؟ جن کي مان پڙهندو آهيان سي واندائي ڏهہ سال ٿيندا آهن.“

ماءُ ڪمري پرسان ويهي پڇيو، ”ڪجهہ مليئي؟“

”دنيا ۾ سڀ ڪجهہ ڇا پيسي لاءِ ڪبو آهي، امان!“

”پٽ، پئسو دنيا ۾ وڏي وٿ آهي،“ ماءُ ڪمري جي پيرانديءَ کان وهندي پنهنجو پروڻ جاري رکيو، ”پيءُ وارو جماني وڃو. ماءُ هلڻ هاري. پاءُ ڪٿي پنهنجو رهي آهي. ياجاتي تہ پرائي جاتي آهي. پٽ، پنهنجو رهي بہ پئسي بنا سچي عمر تہ نہ پڄندو. تون تہ پڙهيل ڳڙهيل آهين. توکي مان ڇا سمجهايان؟“

رام کي گهڙيون سوچ ويچار ۾ پئجي ويو. پوءِ پڇيائين، ”ياٺوءِ توکي ڪجهہ چيو آهي ڇا؟“

ماءُ اماڪ چيو، ”نہ پٽ، ٿوري جيٽڻ لاءِ مان ڪوڙ ڪا نہ ڳالهائيندس. ڪنوار بہ ڪجهہ نہ چيو آهي. پرائي جاتيءَ لي ناحق الجام نہ ڏيندس. مان بہ تہ آخر پنهنجيءَ جاتيءَ واري آهيان. مان پاڻ ئي توکي چوان. تون پين وانگر رهہ....“

ماءُ پوئيون جملو نهايت جذباتي نوع ۾ چيو. رام جذباتي سيلاب کي اڳتي وڌڻ کان روڪڻ لاءِ کلي چيو، ”امڙ، مان هن کان ڇا ۾ نرالو آهيان؟ مان ڪاٿان پيان ٿو، ڪنهن ڦرانعو، ڪلان ڳالهايان ٿو...“

”تنهنکي ڇا ڪيو؟ تون نوڪري ڪر، گهر وساءِ. هيميءَ تنهنجي لاءِ هڪ ڇوڪري چونڊي آهي. ڏاڍي سهڻي آهي، هڏ پڪي آهي، شڪل جي به سٺي آهي...“

رام شرارتي ڍنگ ۾ چيو، ”ڳالهائجي انهن تي، جڏهن پاڻ ڏٺي اٿيئي ۽ ساڻس به ٽي ڏينهن گهاريو اٿيئي...“

”پٽ پاءِ لاءِ اهڙي جهڙي ڇوڪري اڳولهيندي! اڄ ڪلهه جا ڇورا ڇوڪريون پاڻ ڏسي پسند ڪن ٿا. تون به وڃي ڏسي اچ. تباب شاهه ڪهڙي پري آهي؟ پٽ وٽان ٿي آئي به ڏيڍ مهينو ٿي ويو اٿيئي.“

رام سنجيدگيءَ سان چيو، ”مان سياڻي جو ڇورو آهيان امان. مونکي اها ڇوڪري کپي جا منهنجي ڪارڄ ۾ مونسان ساٿ ڏئي.“ رام جي سنجيدگيءَ گمڀيرتا طرف ڪروٽ بدلي. هو چوندو ويو، ”مونکي اهڙيءَ ڇوڪريءَ جي ضرورت ڪانهي جا گهر جي نوڪرياڻي ٿي رهي يا صرف ڏيکل چٽيل گڏي ٿي رهي. مونکي ڇوڪريءَ پسند ڪرڻ جي ضرورت ئي ڪانه پوندي. ڪا پاڻکان پاڻهي منهنجي جيون ۾ اهڙو نه گهڙي ايندي جو هنکي پري ڏسڻ مشڪل ٿي نه، نا ممڪن ٿي پوندو.“

ماءُ ڪي ڏک ۽ ڪي تعجب مان چيو، ”پوءِ ڀلي اها

ٻاجهڪر چوري هجي!"

رام ڪلي چيو، "بازيگر به انسان آهن."

ماءُ ٿڪل آواز ۾ چيو، "فقير، چور ۽ ڊاڪو!..."

رام سوچڻ لڳو، 'هن کي ڪيئن سمجهايان ته جيڪڏهن بازيگرن جي جهالت دور ڪئي وڃي ۽ کين ايمانداريءَ جو پورهيو ميسر ڪري ڏنو وڃي ته اهي به انسان بڻجي وڃن... شايد، ڪافي بهتر انسان...'

ماءُ هن جي خاموشيءَ جو اهو مطلب سمجهيو. نهايت نااميديءَ واري لهجي ۾ چيائين، "ٻاجهڪر چوري منهنجي ڀتي اندر ايندي ته مان وک ڪاٺي مري ويندس. ماڻهو هاڻي ئي طعنا ٿا هڻن." پوئون جملو هن ڀڳل گلي سان چيو.

رام دلير چيو، "ماڻهن جي طعنن جي مونکي پرواهه ڪانهي. رهيو هنجو تنهنجي ڀتي اندر اچڻ جو سوال، تنهنجو به ڀلو ٿي سگهندو."

ماءُ اکين ۾ آب اوتي چيو، "تون سچ چئو آهين؟ ڇا سچ پچ...؟" ماءُ اچي رُنڻ ۾ چنگي.

ماءُ جي رُنڻ پٽ جي دل کي پگهاريو يا نه، ٺيڪ نٿو چئي سگهجي. هن ماءُ کي آٿت ڏيڻ جي ڪوشش ضرور ڪئي.

رام چيو، "امان، سچ ته اهو آهي ته مون ڪڏهن شاديءَ بابت سوچيو ڪونه آهي. مونکي حال في الحال شادي ڪرڻ جو ويچار ڪونه آهي. تون وڃي آرامي ٿيءُ. رات ڪافي گذري چڪي آهي."

ماءُ ڀراڻ جي پلؤ سان ڳوڙها اُگهندي چيو، ”تو منهنجي هڪ به ڳالهه نه مڃي.“

رام کٽ ٻي سڏو ٿي ليٽيندي چيو، ”ڪمائڻ جو ڪو نه ڪو وسيلو ڳولهڻ جي ڪوشش ڪندس. باقي شادي! ڪرڻ کان اڳ لوڪي ٻڌائيندس ضرور. هاڻ تون وڃي سمهه. گهڻي چنتا نقصانڪار آهي.“

ماءُ کٽ تان اٿندي چيو، ”ماءُ جي دل آهي ڇندي. چنتا ڪرڻ کانسواءِ رهي ئي نٿي.“

رام پاسو بدلائي ڇڏيو.

ماءُ ٻنهي کٽ ٻي ليٽندي هٿ جوڙي چيو، ”نڪي، منهنجو ننڍ لوٽي آهي. ايريءَ ۾ ڪو نڪو نه لائنج. لڇ پڇ سان رهائيج...“

ماءُ پٽ ٻئي ڪافي دير تائين جاڳيا. ٻنهي اڳيان اڪ ئي ساڳيا مسئلا هئا. پر هنن جي سوچ ويچار جون ڌارائون لنباڻيءَ، طرف ۽ روانيءَ ۾ هڪ ٻئي جي بلڪل مختلف هيون. ساڳيو رٿ، ساڳيو ڪڌي، ساڳيو آسمان - پوءِ به ٻڍاپي ۽ جوانيءَ ۾ ڪيڏو نه انتر هو! پراڻا ۽ نوان خيال - ممتا ۽ مروت جي جذبن کان ٻي همت تي ٽڪرجڻ کان ڪناري ڪشي ڪري ويا. پوءِ ب ٻنهي ٻنهي مورچي تي محڪم بيٺا هئا!

(۳)

جڏهن رام شاهه جي اوطاق ۾ پهتو لڏهن شاهه، مکي ٻولو مل جي ٻئين نمبر پٽ شيوڪ سان شطرنج

ڪيلي رهيو هو. رام اوطاق جي صفحي ۾ قدم رکندي چيو، ”اڄ صبوح صبوح جو راند کي جنبي ويا آهيو!“

شاهه چيو، ”اڄ“ پوءِ پنهنجي هاٿيءَ کي شيوڪ جي بادشاهه سامهون آڻي چيائين، ”شهه اٿيئي!“

شيوڪ پنهنجي بادشاهه کي پري واري ڪاري خاني تي ٿي آندو ته شاهه چيو، ”اونهون، الي نٿو اچي سگهين. منهنجو اٺ بيٺو آهي.“

شيوڪ سوچ ۾ مگهن ٿي ويو. شاهه رام ڏانهن نهاري چيو، ”ويهه نه. بيٺو ڇو آهين؟“

رام بيٺي ٿي چيو، ”مان وڃانٿو. تون هن راند مان جند ڇڏائي منهنجي ڳالهه ٿي نه ٻڌندين.“

شاهه شيوڪ کي چيو، ”راند کي جٿن جو لٿن ڪٽي ٿا رکي ڇڏيون. پوءِ اٿان ئي شروع ڪنداسين...“

شيوڪ پنهنجي گهوڙي کي اڳيان قدم پٺتي هٽائي بادشاهه اڳيان اڏ ڪري رکندي چيو، ”چيڪ چٽي ته؟“

شاهه دهرايو، ”راند کي اتي ٿا ڇڏيون. پوءِ اتان شروع ڪنداسين.“

شيوڪ چڙ مان چيو، ”شاهه صاحب اوهانجون اهي ڳالهيون ٻاٽڪي نه وڻنديون. هاڻي چلو چال ته سانئيهن جي خبر پوي.“

رام چيو، ”چڱو شاهه سائين! مان وڃانٿو.“

شاهه چيو، ”ويهه نه.“ وري شيوڪ کي چيائين، ”هينئر پنهنجو دماغ ڪرني نه ڪندو.“ پوءِ شيوڪ

جي ٻوسان گوڏن ڀر ويٺل عثمان کي چيائين، ”عثمان، بورڊ کي ڄڻ جو ٽڻ سنڀالي رک.“

شيوڪ راند ٻگاڙي اٿي کڙو ٿيو. چيائين، ”مان پراڻي ٻُوٽ کان سيڙي راند ڪرڻ ٿو اچان. اوهان وٽ قدر اجهو اهو آهي...“

شاهه هن جي ٻانهن جهلي چيو، ”ٻگڙ نه. ويهه... عثمان اندران لسي نه آڻ. ديوان گرم ٿي ويو آهي.“

شيوڪ ٻانهن ڇڏائي چيو، ”مان هٿ لسي پيئڻ نٿو اچان...“

شاهه حويليءَ ڏانهن ويندڙ عثمان کي چيو، ”عثمان، اندران کير کڻي اچ. ٻوءِ شامونءَ کان برف وٺي اچ. ديوان کي ٿڌي ملڪ روز جي ضرورت آهي...“

شيوڪ تلخ آواز ۾ چيو، ”ملڪ روز انهن کي پياريو جن کي گهر ۾ نه ملي سگهندو هجي. اوهانجي چوڻ تي هت ۾ گهر ٻون واندر ڪرڻ اچبو آهي نه نه جمعدار جانمحمد ۽ انجنير راءِ سنگهاڻيءَ وٽ پنهنجو من بهليو وهندو آهي...“ انين چئي شيوڪ هلڻ لڳو.

شاهه چيو، ”وڃين ڪيڏانهن ٿو؟ ويهي ٿا ذرا داڙ ٻٽاڪ...“

شيوڪ دروازي وٽ بيهي چيو، ”اوهان رام جي هوندي مونسان کهڙي داڙ ٻٽاڪ هڻندا. پاڻ وڃونٿا.“

شيوڪ هليو ويو ۽ شاهه جي چپن تي زوريءَ آندل ٽڪي مرڪ ٻوڙي آئي.

رام موڙي ۾ ورندي چيو، "شاهه صاحب، توهان
به گڏهن کي ته گهڻ پالين. اهي گهڻ پاتل گڏهه ٻين جي
بي عزتي نه ڪندا ٿي رهن ٿا. وقت تي توهان جي حيثيت
۽ مرتبي جي شناس به ڪونه ٿا ڪن."

شاهه ٺڪو ٽهڪ ڏيئي چيو، "ڪهڙي حيثيت ۽
ڪهڙي مرتبي جي ڪهڙي شناس؟" پوءِ نهايت نراسائيءَ
واري نوع ۾ چيائين، "جن اڳيان ان حيثيت ۽ مرتبي
کي ڄاڻ ئي نه هجي، انهن مان ان جي شناس جي
اميد رکڻ ئي ناداني آهي."

"مون توهانجو مطلب نه سمجهيو."

"توهان پنهنجي ڪٿي مثال وٺو. جيڪڏهن مان
توهان اها اميد رکان ته توهان مون سان ٻين جي هندن
مسلمانن جيان ادب ۽ عزت ڀريو ورتاءُ ڪندين ته اها
ناداني نه ٿيندي؟"

رام ڪلي چيو "ڳالهه کي وڌڻ ڏيڻ جي ڪوشش نه ڪر.
مان توکي توهانجي بدران 'تون' ڪري سڏيندو آهيان.
باقي ٻيءَ طرح ڪڏهن به مون اڪيلائيءَ ۾ يا ٻين اڳيان
اهڙي ڳالهه نه ڪئي آهي جنهن کي بي ادبي چئجي.
جيڪو بي ادبي نٿو ڪري سگهي سو بي عزتي ڪرڻ
جي جرئت ڪيئن ڪندو؟ در اصل ڳالهه ٻي آهي..."

عثمان شطرنج جون ساريون مهريون ورائيندي ۾ نراڙ
جي ڪٽ چڪي رهيو هو.

شاهه هن کي سڏي چيو، "عثمان، تون ڪٽ کي لڳي

وئين. تڏي ملڪ روز پيٽڻ لاءِ رڳو مکيءَ جو پٽ ئي لائق آهي ڇا؟ پيچ چڱا مڙس، شامونءَ کان پرڀ جو پون ڏيڍ وٺي اچ."

عثمان چيو، "سائين، محرابپور واري گاڏي ڪٿي آئي آهي؟ راته ئي شامونءَ وٽ پرڀ ڪانه هئي ته هيڏهن ڪٿان هوندس؟"

شاهه چيو، "پراڻي ڳوٺ ۾ نئين وٽ ته ضرور هوندي. نه ته ٻه سٽيشن تي ڪرمونءَ وٽ ته پرڀ جا گاڏا هوندا. ميان، توکان ته وڃڻ پڇي نٿو شايد..."

عثمان جتي پائڻ لڳو.

رام چيو، "مونکي ڳهه شايد ملڪ روز ملي نه سگهي. انجو اهو مطلب نه آهي ته مونکي ڪٿي ٻه ملڪ روز ضرور پيڻ کپي."

شاهه کلي چيو، "انکي چئبو آهي ٻي عزتي. مکيءَ جو نڪتو پٽ توکي ناجائز طعانو هڻي ويو. تنهن جي ڪسر وري تون مونکي طعنو هڻڻ سان پوري ڪرڻ ٿو چاهين. واهه جي ادلي بدلي آهي!"

"شيوڪ کي اها ڄاڻ نه هوندي ته ٻاڙيگرن جي بستيءَ ۾ مونکي جيڪا مني، کير جي لسي ملندي آهي تنهن سان سندس گهر جا ڏهه ملڪ روز ٻه برميچي نه سگهندا."

"چڱي ياد ڏيارئي. تون اوڏانهن نه وڃي هن طرف ڪيئن هليو آئين؟ تنهنجا شاگرد تنهنجي راهه نهاريندا

هوندا. پر اهي ته دريائي مائٽ جي ڪناري تي انتظار جي هڪ هڪ گهڙي ورهيه ورهيه ڪري ڪاٽيندي هوندي." شاهه وڌو ٿهڪ ڏنو.

"اَمان سمجهي ٿي ته مان پرڀوءَ سان پيار ٿو ڪريان، اڃي پوءِ هن سان شادي ڪندس."

"ءُ تون امڙ جي انديشي کي ڪوڙو ثابت ڪرڻ لاءِ فرض ڪان منهن موڙي مون وٽ هليو آيو آهين..."

"تون منهنجي ڪجهه نه ڪجهه ڪمائڻ جو بندوبست ڪر ته مان عمر ڪاريه کي جنبو رهندس."

شاهه پڇيو، "پيمن وري توکي ڪجهه چيو ڇا؟"

"پاڻوءَ مونکي ڪجهه نه چيو آهي. شايد امان کي اڻ سڌيءَ طرح چيو هجيس. امان راحت جو ڪمائڻ لاءِ همت پير هٿڻ جو رينگت ڪندي ويني. ڇي- پاءُ سڄي عمر نه ڏکمي پاءُ جي سار ڪين لهندو."

"امان صحيح ٿي چوي. پئسي ٻنا پرساد هرو ڏئي ٿي نه همت ٻر."

"تون به ٿو اٺين ڇڱين! آدرش پئسي کان وڏيڪ اهم آهي، گهٽ ۾ گهٽ مون لاءِ."

"لڏهن ٿي ڪجهه نه ڪجهه ڪمائڻ جو لولي پوڃ سوار ٿيو آهي!" شاهه رام کي طعنو نٿي هڻو پوءِ به اهو جملو هنکي طعنو ٿي لڳو.

رام چيو، "توهان سڀ ٻلي ڪلو. پر توهان مان ڪير به مونکي منهنجي اپنايل راهه تان ٿيڙي نه سگهندو.

ٽون چا اٿين تہ سمجهين تہ مان سڄو ڏينهن ڪمائڻ پٺيان ڏيندس؟ مان بہ ٽي ڪلاڪ ڪم ڪري اد ر پورتا جيترا پئسا هٿ ڪرڻ ٿو چاهيان ۽ اس. سو بہ ان لاءِ تہ جئن بابو يا بابي امان کي منهنجي پرپٺ ڪجهہ بہ نہ چون. منهنجي منهن لئي ڪي چوڻ جي همت ڪنهن کي نہ ٿيندي."

شاهہ گهڻيو نوع پر چيو, "تو منهنجو مطلب نہ سمجهيو. مان تنهنجي ڪجهہ ڪمائڻ جي حق پر تہ هر وقت آهيان. باقي تنهنجي راهہ پنهنجي سمجهہ پر نٿي اچي. بازيگر ۽ بوڙ پڙهي ڇوڪ جا ڪارناما فرد ڪٽيا، اهو اڃا ڏسڻو آهي. ڇوڪ پر بہ ٽي ڪلاڪ ڏيئي ٽورو گهڻو ڪمائڻ بہ عجب آهي. وڏو شهر ناهي جتي پارٽ ٽائيم ڪم ملندو هجي. سڄي مسئلي لي نئين سر ويچار ڪرڻ گهرجي."

"تو ان ڏينهن چيو هو، 'شيوڪ کي پنهنجي پيرن لاءِ ٽيوٽر گهرجي.' هن مون لاءِ اشارو ڪيو هو نہ؟ هاڻ تون ذڪر ڪيو هئس. ڪلاڪ جي ٽيوشن جا ٽيهہ روپيہ تہ ڏيندو. ڪراچيءَ پر جيڪر پنجاهہ پڙن."

"تون بہ زوراور آهين! مڪي توکي ڪلاڪ جا ٽيهہ روپيہ ڏئي تہ هن کان هيمداس ماستر کي پنڌرنهن روپيہ ڏني، ڏيءَ جي پڙهائڻ کانسواءِ هنکان منهگيريءَ جو ڪم بہ نہ وٺي؟"

"هيمداس مئٽرڪ پاس آهي، مان گريجوئيٽ آهيان."

"مئٽرڪ پاس ڪيل گريجوئيٽ کان وڌ ڪ غلامگيري

ڪري سگهندو آهي...“

تيسين اوڏهن مختيارڪار ڊنبلي سميت اوطاق اندر پهچي آيو. ڊنبلي ۾ جمعدار جانمحمد هو، جو پوليس وارا هئا، ڪوٽوال هو ۽ مکيءَ جو لکڙو پٽ شموڪ هو.

شاهه اٿي ٻيهي مختيارڪار سان هٿ ملايو ۽ چيو، ”ڀلي آيا.“ مختيارڪار سان آيل ڊنبلي مان شموڪ کان سواءِ ٻين ڪورس آواز ۾ چيو، ”شاهه صاحب جو خير هجي!“

رام ويٺو ئي رهيو.

شاهه ڪوٺار کي چيو، ”گلاب اٺا، موڙا ۽ ڪرسيون نه سيري وٺ. عثمان پراڻي ڳوٺ ويو آهي.“ پوءِ مختيارڪار کي چيائين، ”وهو نه! ٻاڻ تڪليف ورتو...“

مختيارڪار موڙهي تي ويهندي چيو، ”ڪمال جلباڻيءَ ڊيل نه پياري آهي. هن جا نمڙ ڪيڏا آهن. اوهان جو حاضر هجڻ ضروري آهي نه نه اوهان چوندا منهنجي راڄ ۾ منهنجي ڄاڻ ڌاران دست اندازي ٿا ڪريو.“

ڀيڊار منهيءَ تي ويهي چيو ”شاهه سائين، مان تن مهين کان پڇڪندو ٿو اچان. پر تني لڳا نه اوهانکي به ڏاڍن ڏني هير.“

شاهه چيو، ”ٿوري مهلت ڏيوس. ڍور وڪڻي ڊيل ڀري ڏيندو.“

مختيارڪار چيو، ”اوهان ضامن ٿيو. اسين هتان ٿي ٿا واپس ورون.“

شاهه چيو، ”مان ضامن ڪونہ پوندس. هلي تا سمجهايوانس. هفتو ڏهه ڏينهن تحمل کان ڪم وٺو تہ چڱو.”

رام آهستي شاهه کي چيو، ”مان وڃان ٿو. رات جو وري ايندس.”

شاهه بہ آهستي ورائيو، ”عثمان آيو ڪي آيو...”

پر رام اٿي هلڻ لڳو. دروازي وٽ هو جو پٺيان شيوڪ جو آواز ڪن پيس، ”پاڻي ملڪ روز تہ پي وڃ.” رام جو منهن ٽامڙي ٿي ويو پر هو ڪن لاتار ڪري ٻاهر نڪري ويو.

مختيارڪار پڇيو، ”ڪير هو؟”

جواب جانمحمد ڏنو، ”پيمن آهي نہ، جنهن کي ٽئين ڳوٺ لاءِ تماڪ ۽ ڀنگ جو لائسنس مليل آهي. هيءُ هنجو ڀاءُ آهي.”

شيوڪ ٻوڪ چڙيو، ”شانتيه‌ڪيتن مان بي.اي. پاس ڪري آيو آهي.”

مختيارڪار رائزني ڪئي، ”تڏهن ئي منجهس فضيلت جي ڪمي آهي.”

شاهه دل جو سور دل ۾ ئي ڳالهہ بدلائڻ جي لحاظ کان چيو، ”ڪمال وٽ بقايا ڪيٽي آهي؟”

تپيدار چيو، ”هڪ سؤ ايڪٽيهہ رپيہ، نو آنا.”

”اِها رقم تہ ان ڏينهن مان وصول ٿي سگهي ٿي،” شاهه چيو، ”ڪمال وٽ بہ ڏاند ۽ ٽي ڳائيون آهن. تنهنڪانسواءِ هڪ اُٺ بہ اٿس. اوهان ناحق ڪٺي دل لاتي آهي.”

مختيارڪار چيو، ”اوهان ذمو کڻو. اسان ڪمال سان ڳالهائينداسين به ڪونه.“

شاهه چيو، ”سرزمين تي هلي تا فيصلو ڪريون. ڪجهه وقت هت سفر جو ٿڪ پچو.“ پوءِ ان وچ آيل نمبري پاڻ کي مخاطب ٿي چيائين، ”فتح علي شاهه، اندر چهرا ڍوڍيا لـ ڀڄرائي وٺ. ڪرپال جي گهران ڏهي به گهرائي وٺ.“

يڪا يڪ لميدار ٽلومل چيو، ”ڪمال پاڻ پيو اچي.“

جمعدار جانمحمد آکيو، ”قاضي فيض محمد به ساڻ اٿس.“

مختيارڪار آهستي چيو، ”ان جي هر ڳالهه ۾ ٽنگ اڙي پيئي آهي.“ پوءِ ڏاڍ يان چيائين، ”اچو قاضي صاحب، اڄ ڪيس ڪونه اٿو ڇا؟“

قاضي فيض محمد کلي چيو، ”ڪنڊياري ۾ ريزيڊنٽ ماجسٽريٽ وٽ شاهمحمد اٺيهي ڪيس هلائيندو. پاڻ کي نه اڄ هت اوهان اڳيان وڪالت ڪرڻي آهي.“

شاهه رامر واري موڙي ڏانهن اشارو ڪري چيو، ”ويهه نه.“ پوءِ پيوبن پوندڙ ڪمال کي چيائين، ”تو سرڪاري پل رهائي ڇو ڇڏي آهي؟“

فيض محمد موڙي تي ويهي کلي چيو، ”تون سرشتيداري پوءِ به ڪري تو سگهين. اول ڀاڻڪي ڪجهه ڪاراءَ پيار نه سهين.“

شاهه چيو، ”ڪجهه ڍير ڍمر جهل، سيڪجهه ملندءِ...“

مختيارڪار چيو، ”قاضي صاحب، سچ چوان؟ لوهان لڙ جي آبادگارن کي مٽي ڇاڙهي ڇڏيو آهي.“

تپيدار چيو، ”هنن جي چرچ تي هرڪو نسيڪ ٿي پيو آهي.“

ڪمال جلباڻيءَ ٽڪي آواز ۾ چيو، ”اوهان نه چاهيو ته اوهان ظلم جي گهوڙي کي ڇوٽ ڇڏي بي انصافيءَ جا ليڪا لنگهي وڃو ۽ آبادگار غريب اُف به نه ڪن.“

مختيارڪار ٽلخ آواز ۾ چيو، ”هڪ طرف سرڪاري ٻول روڪي ويٺو آهين ٻئي طرف ايڏي آڪڙ ٿو ڏيکارين؟“

فيض محمد چيو، ”هن جي آڪڙ حقي آهي. ٻول بستگيءَ ۾ غلطي ڪنهن جي آهي، اوهانجي تپيدار جي؟ هن ٻه سال لاڳي ڏيڻ کان انڪار ڪيو ته تپيدار هن سال جوئر جي فصل کي وڍڻ جو فصل ٽڪاڻي ڇڏيو...“

تپيدار چڙ مان چيو، ”اهو غلط آهي... سپروائيزر سر زمين تي چڪاس ڪئي هئي.“

مختيارڪار چيو، ”اوهان قاعديدان آهيو. اهڙي سنگين الزام لڳائڻ کان اڳ اهو ته جاچي ڏسڻ گهرجي. اوهان سپروائيزر ۽ تپيدار جهڙن جوابدار سرڪاري ملازمن تي اعتبار نه ڪري هن ڪميٽي تي ٿا وشواس ڪريو.“

فيض محمد بلند آواز ۾ چيو، ”هن ڪي ڪميٽيءَ سڏڻ جو اڌڪار توهان کي ڪهڙي قاعدي موجب مليو آهي؟ اهي هاري جن پوک ڪئي ۽ اهي هاري جن انهيءَ

لاڙي ۾ مدد ڪئي، مان انهن سڀني کي ڪوڙو سمجهي ٿو واسطيدار عملدارن کي سچو سمجهڻ لاءِ تيار نه آهيان. اوهان اڄ ڪهڙي قاعدي پٽاندڙ ڪمال جا ٿنڀ ضبط ڪرڻ آيا آهيو؟ ٿنڀن ضبط ڪرڻ لاءِ ڊپٽي ڪليڪٽر جي اختياري ڪهي. آهي اوهان وٽ اها اختياري؟ اوهانکي اها ڄاڻ آهي ته ڪالهه مان پاڻ ڊپٽي ڪليڪٽر وٽ ڪمال پاران ٿيل بستگيءَ تي وري ويچار ڪرڻ لاءِ عريضي ويجهي آيو آهيان؟ توهان کي اها سڌ آهي ته اوهان ان عريضيءَ جي نبيڪال تائين ڪمال جو ڪجهه به بگاڙي نٿا سگهو؟"

اوطاق ۾ سناٽو ڇانئجي ويو. مختيارڪار، جمعدار ۽ تپيدار جا چهرا پيلو ٿيڏي ويا. مختيارڪار پنهنجي طاقت جمع ڪري چيو، "اوهان وٽ ان درخواست جي رسيد آهي؟"

فيض محمد ٽنوليءَ پري لهجي ۾ چيو، "ايترو قاعديدان مان ضرور آهيان. درخواست ڪجي ته رسيد ضرور وٺجي. اوهانکي رسيد ڏسڻي آهي؟ منهنجي زبان تي اعتبار نه آهي؟ مان به تر جو جوابدار فرد آهيان. وڪالت پاس ڪئي اٿم، ۽ چار نمبر به منهنجي نالي ۾ آهن."

ڪنهن وٽان جواب نه ملندو ڏسي فيض محمد کلي چيو، "ڪمال، جناب مختيارڪار صاحب کي رسيد ڏيکار. قاعدو قاعدو آهي، ميان!"

ڪمال پٽڪي مان رسيد ڇوڙي مختيارڪار اڳيان

وڌائي. مختيارڪار پيلي ڇهري ۽ ڪڙهندڙ هردي سان رسيد ورتي. اها ڏني، پڙهي ۽ موٽائي ڏني. پوءِ ڦڪي مرڪ مرڪي شاهه کي چيائين، ”شاهه صاحب، ڇهن ڏوڏهن ڏينهن کان ڪٿي؟“ شاهه، جو دل ئي دل ۾ فيض محمد جي، بردباري ۽ جرئت تي فخر محسوس ڪري رهيو هو، چيو، ”فتح علي شاهه شايد وڏي ڪنراڳـــ کي وڃي لڳو آهي. هڪڙي فيضوءَ جي اچڻ جي ڏڪ پنهجي وڻي تي ڏسجي.“

مختيارڪار فيض محمد ڏانهن منهن ڪري چيو، ”اوهان کي خاطري آهي ته ڊپٽي صاحب ڪمال جي حق ۾ فيصلو ڪندو؟“

فيض محمد سنجيدگيءَ سان وراڻيو، ”مان بخوبيءَ ڄاڻان ٿو ته عملدار شاهيءَ جي وقار برقرار رکڻ لاءِ ڊپٽي ڪليڪٽر مختيارڪار جو ۽ ڪليڪٽر ڊپٽي ڪليڪٽر جو فيصلو بحال ڪندو آهي، ڪمال جي ڪيس ۾ به شايد ائين ئي ٿئي. مونکي صرف هڪ خاطري آهي. مون انصاف جو طرف پڪڙيو آهي ۽... ۽ انصاف لاءِ لڙڻ، آءٌ، تورو کي گهٽو سکي ئي ويو آهيان.“

اوڏي مهل عثمان کي برف سان اوطاق جي صفائي اندر گهڙندو ڏسي، شاهه چيو، ”ميان، ڏاڍي اوير ڪيئي. هاڻي سيگهه ڪر. ان کي بوري ۾ ويڙهي رکـــ، ۽ اندر وڃي اول ڇهرا ڏيئي آءِ.“

ان بعد ڪمال جي ڍيل ۽ درخواست بابت ڪا خاص

ڳالهه ٻولهه نه ٿي. البت شاهه جي اوطاق ڇڏڻ کان اڳ، مختيارڪار شاهه کي پاسيرو وٺي ڪجهه وقت گفتگو ڪئي.

مختيارڪار جي اڱالي جي ڪوچ ڪرڻ بعد ڪمال به فيض محمد ۽ شاهه کان موڪلائي هليو ويو.

شاهه فيض محمد کي چيو، " توهانجي جگر کي شاباس آهي. هڪ تون ئي آهين جو هنن عملدارن جو نڪ مان ور لاهي سگهين ٿو."

فيض محمد کلي چيو، " ڪهڙو عملدارن جو ڇو؟ اوهان زميندار به منهنجي اکين ۾ آهيو."

" مونکي ڳڻتي ڪانهي، " شاهه چيو، " مان اول ئي هر ڳالهه توهانجي صلاح پٽاندر ڪرڻ تي هري ويو آهيان. خبر اٿيئي مختيارڪار ڇا چيو؟ چي، فيض محمد توهانجو دوست آهي. مونکي توهانجو خيال ٿو ٿئي ته نه ته ڪمال کان اڳ فيض محمد کي سڌو ڌمڻ قلم ۾ جهلائڻ..."

فيض محمد شاهه کي جملو پورو ڪرڻ نه ڏنو. کلي چيائين، " زميندارن کان مون خلاف شڪايت ڪرائڻ آسان آهي، پر ان شڪايت تي عمل ڪندي مون خلاف ڪارروائي ڪرڻ ناممڪن نه ته مشڪل ضرور آهي. مان نه چاهيانٿو، مون خلاف ڪارروائي ڪئي وڃي. اها هارن ۾ وڏيڪ سجاڳي آڻيندي..."

شاهه چيو، " وري ڇوڻ لڳو، 'تون فيض محمد لي زور ٻار آڻ ۽ ڪيس درخواست واپس وٺڻ لاءِ مڃاءِ نه ته...'"

" نه ته ڇا؟ منهنجي هدران ڏوکي ڀڪ ٻروجهائيندو؟"

”اها جرئت ڪليڪٽر ۾ به نه آهي. اڃا الهه بخش
جي مسٽري زنده آهي. ان کان سواءِ تو جهڙو دلاور
۽ منهنجو دوست آهي. هن مونکي ڀل جي معافيءَ ۾
سختي ڪرڻ جو دڙڪو ڏنو آهي.“

”شاهه صاحب، اهو ته ابتدائي عشق آهي. مون سان
دوستي نباهيندي گهڻو ڪي سهڻو پوندءِ.“

”مان هر طرح تيار آهيان،“ شاهه محڪم ارادي سان
چيو، ”تون پنهنجي راهه تي ثابت قدم رهه. مان پيو نه
ته به اخلاقي مدد کان نه ويندس.“ پوءِ عثمان کي چيائين،
”ٻه ٿڌي لسيءَ جا گلاس ته ٺاهي وٺ. ملڪ روز
پياس ٻجهائڻ عيوض خشڪي وڌائي آهي.“

فيض محمد چيو، ”رام جو ڪهڙو حال آهي؟ بازيگرن
۽ ڳوٺ جي وڏن کي پاڙهيندو اچي يا سندس اُتساهه
ڍلو پئجي ويو؟“

”پاڙهيندو ته اچي ٿو پر هن اڳيان هڪ ٻيو مسئلو
منهن ڪڍي بيٺو آهي. هو ڪجهه نه ڪجهه ڪمائي پاڻ جي
دست اندازيءَ کان آجو ٿيڻ ٿو چاهي.“

”خيال نيڪ آهي. مون سان ڊسٽرڪٽ هاري
ڪاميٽيءَ ۾ ڪم ڪري ته ڪاڏي پيٽ جي چڻتا کان
آجو ٿي سگهيٿو.“

”چڱو ته هيڏهن ئي ماڻهو مڪي گهرائي وٺانس.“

”هيڏهن نه،“ فيض محمد چيو، ”هيڏهن مونکي
نوشهري وڃڻو آهي، پير قربان عليءَ سان ڪچهري وارن

هارين جي مطالبن لاءِ پهڙو اٿر. مان اڄ رات جو ۽ ٻه ٽي سياٽي رات جو هت موٽي ايندس. پوءِ رام سان دل کولي ڳالهائيندس. هن جي ڪم کي رٿا ۽ مقصد هجڻ کپي. صرف آدرش پسنديءَ سان وڏيڪ وقت ڪم نه هلندو. بازيگرن ۽ ٻين وڏيءَ عمر وارن کي پڙهائڻ ڪانسواءِ، هو مون سان هاري ڪاميٽيءَ جي ڪم ۾ تعاون ڪري ته ڪهڙو نه سٺو ٿي پوي."

عثمان لسيءَ جا ٻه گلاس کڻي آيو.

فيض محمد هڪ گلاس وٺي آهستي آهستي پيئڻ لڳو. گلاس خالي ڪري عثمان کي ڏنائين. پوءِ اٿي کڙو ٿيو. شاهه ٻه دروازي تائين سندس هنيان آيو.

فيض محمد پنهنجي سائيڪل جي پيڊل تي پير رکندي چيو، "وري گڏباسين." ۽ لانگ وارلي سائيڪل تي چڙهي ويو. سائيڪل اڳتي وڌي وئي.

شاهه اوطاق اندر موٽندي دل ۾ دلبر چيو، "دوست، منهنجون دعائون توسان آهن. شل تون پنهنجي شاندار مقصد ۾ ڪامياب ٿين!"

( ۴ )

پرڀي دربيلي مانيمر جي ڪڇيءَ پل تي ويهي نڪون ٽوڪالي واقعي رام جو انتظار ڪري رهي هئي...

رام کي ايندو ڏسي هوءَ اٿي کڙي ٿي ۽ چيائين، "ڏاڍي دير ڪيئه...!"

رام خاموش پل تان اڳتي وڌي ويو ۽ پنيان نهارڻ

ڏاران چيائين، ”اَڇ...“

پريمي ڪجهه وقت چپ ليٺي رهي، پوءِ هوريئي جيان ڇال ماري پل ٽان ٽڪڙي ٽڪڙي هيٺ لٿي ۽ بازيگرن جي بستيءَ ڏانهن ويندڙ ڪچي پيچري تي پهچي رام جو اڳ جهلي چيائين، ”اول تون ٻڌاءِ، تون پريشان ڇو آهين؟“

رام جڏهن رهين آواز ۾ چيو، ”پري ٿيءُ . هو منهنجو انتظار ڪندا هوندا.“

پريميءَ باولي‌ءَ وانگر ٽهڪ ڏئي ۽ چيو، ”هو تنهنجو انتظار ڪندا هوندا! تون اڄ گلي پيو آهين، نه نه اسان مان پڙهڻ جو اونو ڪنهن کي به ڪونهي.“

رام انتظاريءَ مان پڇيو، ”ڪوکي به نه؟“

پريميءَ رام جي رڪاوٽ نه ٻڌي رام سان گڏ هلندي چيو، ”مان گلاب دادا جيان لکڻ پڙهڻ کي شيطان جي سکيا ٿي سڏيان. باقي لکڻ پڙهڻ لاءِ چاهه مونکي به ڪونهي.“

”پوءِ تون منهنجو انتظار ڇو ڪندي آهين؟“

پريميءَ هن جو هٿ پڪڙي، هن کي پيهاري، هن جي اکين ۾ اکيون وجهي مرڪي پڇيو، ”تون ئي ٻڌاءِ، مان تنهنجو انتظار ڇو ڪندي آهيان؟“

رام اکيون جهڪائي، هٿ ڇڏائي، اڳتي وڌندي چيو، ”امان، خبر الله کي، ڇا ٿي سمجهين؟“

پريميءَ وري هن جو هٿ پڪڙي چيو، ”ڇا ٿي سمجهين؟

ٻڌاءِ نہ ..."

رام هٿ ڇڏائڻ جي ڪوشش نہ ڪئي. هن سان گڏ هڪ ٻي وقت واٽر ڪورس ٽپندي چيائين، "اول هلي پڙهہ. موٽندي ٻڌائيندو سانءِ."

ٻڌيءَ مومل واٽر ڪورس جي هن پر ڪپڙا سڪيندي وڻ تي چڙهي طوطنيءَ جي ٽاڙ ۾ لڳل گلاب کي چيو، "مٺو ماستر آيو ائيٺي..."

گلاب هڪ ٽاري پٺيان رام جي اکيان ڦٽي ڪندي چيو، "پاڻ ماڻهو هن شيطان جي پڇ کان پري آهيون."

پريميءَ چيو، "ٻڌاءِ؟"

رام بازيگرن جي بستيءَ جي ڪرڙهہ لاهيندي چيو، "جنهن ماڻهوءَ چاشني چکي نہ آهي تنهن کي چاشنيءَ جي چسڪي جي ڪهڙي خبر؟"

بستيءَ مان مولي اڳتي وڌي آيو. چيائين، "سائين، ديهہ سان آيا آهيو. مان ڪڏهن ڏان سليٽ پين کڻي وينو آهيان."

رام آهستگيءَ سان پريميءَ کي چيو، "گلاب کي بہ سواد آيو نہ موليءَ جيان سليٽ کڻي پيو ڦرندو. سوال آهي، هن ۾ سواد جو ساءُ ڪنهن پيدا ڪيو؟"

چنبيلي پريميءَ ڏانهن ڊوڙي آئي ۽ هن جي ڪن وٽ منهن رکي ڏاڍيان چيائين، "ماستر کي گهران ڪڍي وئي آهين، ڪنهن؟"

پريميءَ کلي چيو، "گهران نہ، سونهينءَ (دوپهلي مانجهر)

جي ڪنهن ٽان. هو هن طرف نه اچي پراڻي ڳوٺ ڏانهن ئي ڀڄي ويو؟"

رام پريميءَ ڏانهن نهاري سنجيدگيءَ سان چيو، "ڪوڙ ڇرچي ٻه نه ڳالهائڻ کپي." وري چنبيليءَ کي چيائين، "سليٽ قلم ته کڻي اچ."

چنبيليءَ چنچلتا سان چيو، "مان ڪا نه ايندس. گهنو چوي ٿو، 'ماستر وٽ جادو آهي. تون به پريميءَ جيان سندس پٺيان پيئي ڦرندينءَ.'"

موليءَ چيو، "گهني کي چئيندس دلاهه ڪري. ماستر جو جادو ڪنوارين لئي ئي هلندو آهي."

پريميءَ چيو، "مون هڪ ئي هن کي ٺڳ ڪيو آهي. ماڻهو هوندو ته ٻيءَ لئي جادو نه هلائيندو."

ماستر کي آيو ڏسي ڇوڪرن جو ميڙاڪو مڙي ويو هو. رام هنن کي چيو، "اڇو ٻارو! اڳيئي اوير ٿي ويئي آهي." هو پريميءَ جي جهوپڙيءَ ڏانهن وڌيو.

ٻن اڍائي ڪلاڪن کان پوءِ رام بازيگرن جي بستيءَ مان نڪري ڊربيلي مائينر ڏانهن ٿي وڌيو ته پريميءَ هن جو هٿ پڪڙي پٺيان ڇڪيندي چيو، "هل ته ٽيشن لئي هلون."

رام پڇيو، "سٽيشن لئي ڇا هي؟"

"ٽيشن جي هن پاسي هلي ٿا ٻير چونڊيون."

"توکي پيٽ وڇڙو ناهي؟"

"مون پيٽ ڇڏي ڏنو آهي..."

"ڪڏهن ڪان؟"

"ٽيو ڏينهن ڪان."

"ڇو؟"

"ماڻهو تنهنجو نالو وٺي طعنا ٿا هڻن."

رام سنيهن طرف وڌندي چيو، "صرف طعنن ڪان ڊڄڻ لاءِ پڙهڻ ڇڏي ڏنئه؟"

پريميءَ آهستي چيو، "هاڻي مونکي پڙهڻ سٺو نٿو لڳي."

ٻڌيءَ مومل واڻڪوس ۾ لڙڪندي ويچارا ڪندي چيو، "پڙهڻ سٺو نٿو لڳي... مٺي ماستر سان رلڻ پڙهڻ، پر چونڊڻ سٺو ٿو لڳئي؟"

پريميءَ لڪي آواز ۾ چيو، "ٻڌي ٻانپ، چپ ڪر نه واڻڪوس ۾ ٻوڙي نه مارياڻءِ.." هوءَ رام سان گڏ اڳتي وڌي ويئي.

رام هن جي هٿ کي زور ڏيندي چيو، "ايڏو غصو ٺيڪ نه آهي. ڪاوڙ ڇڏ نه ته مان توسان ملڻ ڇڏي ڏيندس."

پريميءَ آواز کي نرم ڪندي چيو، "مٺيءَ مونکي توسان گهمڻ ڦرڻ جو طعنو ڇو ڏنو؟"

"چوندڙن کي ڪا جهل؟"

ڪجهه وقت چپ چاپ رام سان گڏ هلڻ بعد پريميءَ ڌيمي آواز ۾ پڇيو، "تو وٽ سچ پچ جادو آهي؟"

رام مرڪي چيو، "ٿولي ۽ چنبيليءَ جي مڙس گهڻي

جي چوڻ جو اثر پيو ڇا؟"

پريميءَ چيو، "مان گهڻي ئي جي چوڻ ۾ وسهڻ واري ڪا نه آهيان. مان پنهنجي آزمتي (آزمودي) مان ٿي چوان ته تو وٽ مڙيوئي ڪو جادو آهي."

"ثابتي؟"

"ثابتي اها ته مان سچ پچ پنهنجي پنيان ڇپلي ٿي ڦران ٿي. تون ڏوريءَ سونهينءَ جي هن پر ويندو آهين ته مان هتي پٺن ۾ پنهنجي لاءِ ويڳاڻي ٿي ڦرندي آهيان. اها ئي ثابتي آهي ته تو مون ۾ ڪامڻ وڌا آهن."

"ڇري، جادو هٿ جي چالاڪي آهي ۽ ڪامڻ فقط من جو ڀرم آهي..."

"پوءِ ڀلا مونکي سڄو ڏينهن پنهنجي تنوار ڇو آهي؟"

"ڇاڪاڻ ته مان به هر وقت توکي ساريندو آهيان."

"تون مونکي ڇو ساريندو آهين؟"

رام گهڙي ڪن خاموش رهڻ بعد چيو، "مان توکي ساريندو آهيان ڇاڪاڻ ته تون سٺي آهين."

پريميءَ وڏو ٽهڪ ڏنو ۽ چيو، "سٺي! اَبو چوندو آهي ته مون جهڙي ڪنهن ڇوڪري ڪانه ڏٺي آهي. امان مونکي ڇوڙ ٻاٽي سڏيندي آهي. تون به مونکي اڪ ممري گدلي سمجهندو هئين."

"هاڻ ته تون روز وهنجندي آهين، ڌوتل ڪپڙا پائيندي آهين."

"تون مونکي روز وهنجڻ ۽ ڌوتل ڪپڙن پائڻ

ڪري ياد ڪندو آهين؟"

رام کو جواب ڏئي تنهن کان اڳ، پريان ڪرموءَ جو آواز آيو، "رام يار، منهنجي ٽاڊل ٿي سڏيئي."

رام ڪرموءَ کان نظرون ڀڄائي سانگي تي براميءَ کي سٽيشن جي گمٽ وٽان نه، پليٽ فارم جي ڇيڙي وٽان ريل جي پٽڙي ڏانهن وٺي ٿي ويو. ڪرموءَ جو آواز ٻڌي ٻيهي رهيو؛ براميءَ کان پڇيائين، "ٽاڊل پيئندينءَ؟"

"هن مٽي جي ٽاڊل ڏاڍي سٺي ٿيندي آهي."

رام ڪرموءَ جي اسٽال ڏانهن وڌندي چيو، "تنهنجي معطل لوڪي پيٽي آهي."

"تون پيئندين نه مان نه پيئندس." هوءَ رام سان گڏ هلڻ لڳي.

رام هٿجو هٿ ڇڏي ڏنو. براميءَ نڪي آواز ۾ چيو، "هن مٽي کان ڊڄين ٿو؟"

رام نه جواب ڏنو، نه هٿجو هٿ پڪڙايو. ٻئي ڪرموءَ جي سٽال ڏانهن وڌندا هليا.

ڪرموءَ چيو، "اڄ ڏانهن لڪي ڪيڏانهن ٿي وئين؟"

ڪرموءَ جي سٽال تي پوليس وارو محمد بخش ويٺو هو. هن شرارتي نگاهون براميءَ تي ڪهائي چيو، "براميءَ کي ڪنهن نوڪلي هند تي وٺي وڃ ڪو نگون ٻاهر ٻاڙهيندو هوندو."

محمد بخش وري رام ڏانهن نهاريو. هن جي منهن ۾ گهڻو پيل ڏسي، محمد بخش کي علي اڪبر شاهه جو ڏڦ وڪوڙي ويو. مرڪڻ جي ڪوشش ڪندي چيائين، ”ديوان، مون ته چرچو ئي ڪيو.“ رام جي منهن ۾ گهڻو برقرار ڏسي هو ٽاڊل جو گلاس هڪ ڇيھ سان پي ٻڪنگ آفيس ڏانهن وڌي ويو.

ڪرمونءَ ٽاڊل جو هڪ گلاس لاهي، رام ڏانهن وڌائي چيو، ”لون روز بازيگرن جي بستيءَ ٽائين لڳندو رهين ٿو. مڪڙهن ڪڏهن سڏ پنڌ ڪري هت به ايندو ڪر. ننڍپڻ جا لنگوٽيا يار آهيون...“

رام گلاس وٺي پريميءَ ڏانهن وڌايو.

ڪرمونءَ چيو، ”اهو ته مون تو لاءِ لاٿو هو...“

پريميءَ ٻڙيءَ جي ور مان پياني ڪڍي ڪرمونءَ اڳيان ڦٽي ڪري چيو، ”پيو به لاهه. شربت جاسٽي وڃيڃ. هيءَ ڦٽڪو آهي. هن ۾ به لورو شراب وجهه.“

رام جي دل فخر وچان ڀيڻي ٿي وئي. ڪرمون ڏڪ سانائي نه سگهيو. چيائين، ”اڄ ڪلهه بازيگرن جي ڪمائي وڌيل ٿي ڏسجي...“

پورٿو سومن چيو، ”روز روز جو ڪاٽ ڪاٽ ٿا لڳن سو چوريءَ جو مال بازيگرن جي بستيءَ ۾ ئي ته جمع ٿيندو ٿو وڃي نه.“

پريميءَ ڪڙي آواز ۾ چيو، ”لنهنجي گهر کي نه ڪاٽ نه هنيو اٿئون؟“

پورٽر چيو، "مون غريب وٽ آهي ڇا؟ ٻه وڳا، نين ٿڏي. مونکي کاٽ هٿ مان ڇا ملندو؟"

پريميءَ اڃا ٻه ٿکي آواز ۾ چيو، "ته پوءِ ايڏي ٻڙ ٻڙ ڇو ٿو ڪرين؟"

پورٽر چپ ٿي ويو. ڪرمونءَ چيو، "جٽ پڙهيو، الله اڙيو. رام، تون جنم ۾ ڪن پنيان ٿو وڃائين؟"

جواب پريميءَ ڏنو، "تون ڇو ٿو سڙين؟" پوءِ رام جي هٿ مان خالي گلاس وٺي تختي تي ڦٽو ڪري رام جو هٿ پڪڙي چيائين، "هل!"

رام پريميءَ پنيان ڇڪيو ويو.

ٻئي سٽيشن جي پرئين ڇيڙي ڏانهن وڌندا ويا.

پنيان پورٽر سومن جو آواز آيو، "ڪڏهن نه ڪڏهن ڏيهون اها ٻار ٻکرياڻي ڇوڪري پيمن جي پاڃاڻي ٻاجهي ويندي، ڪٿي ڪرمون، مان سچ ٿو چوان نه؟"

ڪرمونءَ وراڻيو، "تون به ڏوراور آهين. ٻڙهيل ڳڙهيل جو عشق ٻهل ۾ دٻائڻ ٿائين. ڇوري لوڙ ٿائين نصيب ٿيندي ٿو مون جهڙن حريفن کي، جن جو 'زر ڦيڪ تماشا ديک' چوڻيءَ ۾ ڀروسو آهي. باقي شادي ته هن سان نه ڪلڪتي مان ڏکوي ورتي آهل رام ڪندو، نه مان ڪندس. نه وري هيءَ ان جي ڇڙيا شاديءَ جي جهنجهٽ ۾ ڦاسڻ واري آهي."

رام جو منهن ڳاڙهن مرچن ۽ پريميءَ جو چهرو چمونءَ جهڙو ٻڌجي ويو. ڳاڙهن مرچن جي ڪڙاڻ سفيد پوش

ذهنيت ۾ دٻيل رهي، باقي جيون رنگ پڙڪي اٿيو. پريميءَ نهايت نفرت انگيز لهجي ۾ چيو، ”مٺا، پنهنجي ڪا پرک پاڻاڻي اٿئي؟ مان اڪيلي هجان، پوءِ زبان هلايو. اها زبان نه پٽي ڪڍانءِ ته منهنجو نالو مٽائي ڇڏجو...“

رام پنهنجي نفرت ۽ غصي جي جذبن تي مڪمل قبضو ڪري ورتو هو. پريميءَ کي ناريءَ جي لحاظ کان ڇيائين، ”ڪهڙو نالو رکيئن؟“

پريميءَ ڦڙڪندڙ ڇوهن سان چيو، ”مون کي لنهنجي هوندي ايڏي همت ٿي. نه، ته ڪو بازيگر ڇوريءَ سان چرچو ڪري ۽ هنجي چماٽ نه چکي؟“

رام جي زبان تي آيو، ”چرچي تي لاشڪ بازيگر ڇوري چماٽ هڻندي پر ناٽڪي جي چمڪ لٺي سڀ ڪجهه...“ اليڪي زبان تي آيس، ”ان بازيگر ڇوريءَ جو ڪهڙو ڏوهه؟ ڏوهه ته هنجي غريبيءَ، جهالت ۽ ناٽڪي جي ملهه جو آهي نه...؟“

”تون ناراض ٿي وئين؟“ پريميءَ هنجي ٻانهن کي ٻنهي هٿن سان ڏونڌاڙيندي چيو.

”ڇا لاءِ؟“

پريميءَ هنجي هٿ ۾ هٿ وجهي هنکي اڳتي وٺي ويندي چيو، ”مون تنهنجي واٽين کي گاريون ڏنيون.“

رام مرڪي چيو، ”تو ته دل جو ٻخار هلڪو ڪيو. هڪ ڪري چڱوني ڪيئه. دماغ کڄلائڻ کان زبان هلائڻ

بهتر آهي.“ وري کلي چيائين، ”رام منهنجي ماءُ ڇا چيو؟ ٻڌايائين؟“

”ٻڌاءِ تو اڳهرون چيو، پوءِ ٻڌائيندو سانءِ.“

”آمان سمجهي ٿي ته مان توسان شادي ڪندس.“

”سچ!“ پريميءَ جو چهرو ٻهڪي اٿيو. اليڪي گهنگهور گهٽائن هنجي چهري کي سسائي ڇڏيو. چيائين، ”بازيگرن جي بستيءَ کان ٻاهر وهاڻ ڪرڻ جي ڳالهه ڪريان ته ابو اقت ماري وجهي. گلاب دادا، گهمو، شامون ۽ ٻيا مڙسالو نوٽن سان منهنجو ميچالو ڇٽي ڇڏين...“

رام سوچي رهيو هو، ”تنهنجو ابو، گلاب دادا، ۽ گهمو وغيره پيسي جي لالچ ۾ شاهه جي ڏڙڪي تاب تي مڃي ني ويندا. منهنجو پياءُ ۽ منهنجي ماءُ... هو نه منهنجي دلي اُمنگن جي پرواهه ڪندا نه منهنجي ويچارن تي ويچاريندا. هنن کي ته بس کل جي عزت جوئي اونو پيارو آهي...“

پريميءَ رام جي چپ جو ڀيو ڪارڻ ني سمجهيو. چيائين، ”مان توڙ تائين توسان سچي رهنديس. بستيءَ وارن جون مارون کائينديس، ٽنين ۽ پراڻي ڳوٺ وارن جا ويڻ سهنديس، مان توسان بي وفائي نه ڪنديس.“

رام کلي چيو، ”شادي، خبر اٿيئي، ڇا کي چئبو آهي؟“

”ڪير پيئندڙ ڪڪڙي آهيان نه، جو خبر ڪا نه هونديم! شادي تي لاڏا ڪا نه ڳائيندي آهيان؟ ڇبيلي

۽ گهٽي جي ٻاهر شادي ڪيل ڪالهي؟... ڇنڀلي گهٽي جي مار سهندي آهي، مان ڪا نه سهنديسانءِ... پر تون مونکي مار ڏيندين ئي ڪو نه. اها مونکي سورنهن آنا پڪ آهي.“

”مان ڇو ڪو نه مار ڏيندس توکي؟“

”تون ٻڙهيل ڳڙهيل آهين، تنهن کانسواءِ گهڻو دارون ۽ جا ڍنگ ليٽائي پنهنجو هوش وڃائي ويندو آهي.“

رام پنهنجا نهاريندي رڙ ڪئي، ”ٻيون جا وڻ پٽئي چڙهي آيا سون. هل نه موٽي هلون.“ رام ٻوٽي موڙڻ لڳو.

پريميءَ هنکي اڳتي ڇڪي چيو، ”پٺتي قدم رکڻ ڪم ڳانڍن جو آهي. تون مان ڳانڍو ٿورو ئي آهيون.“

رام جي دماغ ۾ ٻڙاڌو ٿيو، پٺتي قدم رکڻ ڪم ڳانڍن جو آهي... مونکي هن سان گڏ اڳتي وڌڻو ئي پوندو؟ پانو، آمان ۽ ٻين جي ٻراٽن ويچارن جو مقابلو ڪرڻو ئي پوندو؟...‘

پريميءَ ٻانهن سان گڏ رام کي اڳتي وٺي ويندي چيو، ”ٻيرا ٻون ٻچي ڪو نه ويندا ٻون. سپاهي نه نه ٻرينهن، ٻرينهن نه نه ارينهن وري ايندا سين...“

”اڄ ڪيڏانهن هلون؟“

”ملڪ مولا جو وڏو پيو آهي...“

”ڪاڻ پيٽ جو ڪهڙو بندوبست ٿيندو؟“ رام گويا اڄ ئي پريميءَ کي جيون ڀر جو همراهي بڻائي رهيو هو.

پريميءَ ۽ اهڙي نوع ۾ وراڻيو، ”منهنجي هوندي

توکي ڪاڏي پيتي جي کھڙي ڳڻتي؟ بازيگر ڇوري پڻ سگهندي آهي، چوري ڪري سگهندي آهي...“

رام هڪدم اٿي ڪري چيو، ”لوکي خبر آهي ته، مان پڻ ۽ چوري ڪرڻ- ٻنهي جي خلاف آهيان.“ پوءِ چيائين، ”باقي مان مسلمان ڪرڻ جي فائدي ۾ آهيان.“

پوءِ هن پڻ اُتر ڏنو، ”ان ۾ ته مان توکان ڏاڍي آهيان. ياد اٿيئي، تنهن ڏينهن تون اٺ مڻ جي ٻوري به نه پيو کڻي سگهين...“

”۽ تون منهنجي مڻ واري ٻوري سولائيءَ سان کڻي ويئي هئينءَ،“ رام کلندي هڪڙو اڌورو جملو پورو ڪيو.

”مان نيٺ به بازيگر ڇوري آهيان...“

”ڇوري، مان اڄ جي ڳالھ ٿو ڪريان،“ رام گويا سپن- سنسار مان سجاڳ ٿيندي چيو، اڄ اسين ڇا کائينداسين؟ ڳوٺ ته ڪافي پٺتي رهجي ويو...“

”ٻرپٽ ۾ ڪين آهيون. سڌ پئي ٿي ڪلهوڙن جو ڳوٺ آهي...“

”اُتي ته اسانجو ڪيو وارو سليمان ڪلهوڙو به رهندو آهي...“

”ان مٽيءَ جي منهن لڳي نه چڙهنداسين. مٿو نئين پراڻي ڳوٺ ۾ بدنام ڪندو ته ڏرلتيءَ جو...“

”هن پاسي راڇوءَ جو باغ به ته آهي...“

”راڇوءَ جو پيلي رمضو انب به ڏيندو، گجرون به ڏيندو پر...“ هوءَ يڪدم چپ ٿي ويئي.

رام پڇيو، ”پر ڇا؟“

پريميءَ گويا ٻاڙ سان ڳالهائيندي چيو، ”مڙو اکيون
ڀڃيندو، اشارا ڪندو، گندا چرچا ڪندو. سڀ مرد مڙئا
بي شرم آهن...“

رام مرڪي پڇيو، ”مان به؟“

پريمي ڪجهه گهڙي سوچ ويچار ۾ پئجي وئي هئي.
ڪو جواب نه ڏنائين.

رام سوال دهرايو، ”چئو، مان به بي شرم آهيان؟“

پريميءَ اجا به ڪو اتر نه ڏنو.

رام پچ ڪندي چيو، ”شايد. ڪنهن نينگريءَ
جو هٿ پڪڙي، دنيا کان ڊڄي، اهو ڇڏي ڏئي...
اها ته حد بي شرمائي ٿيندي...“

يڪا يڪ پريميءَ عجيب ٽهڪ ڏنو ۽ چيو، ”تون
منهنجو هٿ ڇڏي به ڏس. چماٽ هڻي ڪڍانءِ...“

رام هٿ ڇڏائي چيو، ”هڻ چماٽ... هڻ نه. اچ ته
آجا ٿي وڃون... هڻ نه...“ رام جي سموري دل جي
جذبات، ’هڻ نه‘ انهن ٻن لفظن ۾ سميٽجي لڳي هئي.

پريميءَ رنڀڪار جي آواز ۾ چيو، ”تو منهنجو هٿ
ڇڏي ڏنو!“ وري اکين ۾ پنهنجي سموري نفرت
سمهيڙي چيائين، ”گاندو!“ پوءِ هرڻيءَ وانگر ڇال
ماري سٽيشن طرف ڊوڙي.

رام جا قدم ڌرتيءَ سان ڄڻ ڄمي ويا. ”گاندو!
گاندو!...“ لفظ هن جي ڏهلڙن لي مترڪن جيان وڄڻ

لڳا. وايو منڊل ۾ ”گانڌو! گانڌو!...“ لفظن جي بارش وسڻ لڳي. رام جا هٿ بي اختيار ڪنن ڏانهن کڄي ويا. ڪنن جي ٻڪجڻ بعد به ”گانڌو! گانڌو!“ لفظن جو شور قائم رهيو.

( ۵ )

”چوري چڻائي ڀڄي ٿي ڏسجي!“ پوليس واري محمد بخش چيو.

”ٻڍهيل ڳڙهيل جوان، چوريءَ کي بغل ۾ پڪوڙڻ کان وڌيڪ خواهش ڪئي ٿي ڏسجي،“ ڪرمونءَ آکيو.

”ديوان مفت ۾ بهشت جو در کڙڪايو هوندو،“ پورنو سومن سر ۾ سر ونايو.

”ذرا ڀڄڪي، اکيان جهاڪو اٿيئي!“ ڳوٺ جي چوڪي ڪندڙ موليڏني سٽيمن کان ڳئين ڳوٺ طرف ايندي رڙ ڪئي.

”هيسيل هرڻي کوڙي شڪاريءَ کي گوهي ڏيندي دوڙندي ٿي اچي؟“ شاعر مزاج شڪر ڏرڻيءَ جو دربيلي مائر جي ڪنڌيءَ تي قدرت جي ڪمال جو لطف ماڻي وڏي واڪي ٻاڻ کان پڇيو.

”هيءَ اجلي ڪنهن لي ڪڙڪڻ واري آهي؟“ ٻيءَ سومل پنهنجي جهوپڙيءَ ٻاهران ڇڄ ڪي چنڊ ڪو ڏيندي چيو.

پرلمي پنهنجي سرت ۾ ڪا نه هئي نه ته هوءَ هرهڪ ٻڪ اُچليندڙ سان الڳ الڳ ۽ سهڻي جي گڏيل

مقابلي سان ٻڪي سر پڇڻ لائق هئي. سڀئي ڳالهه ته اِها هئي ته، نه هن جي اکين ڪجهه ڏٺو، نه ڪنن ڪجهه ٻڌو- هن جي ذهن ۾ بس هڪ تلوار هئي، ”تو منهنجو هٿ ڇڏي ڏنو؟“

پريمي جهول ڪنڊ لي ڪري- پريشان‌حال ۾ پريشان هوندو ڏٺي. ٻڪاٻڪ هن جي اکين مان گونگا ڳوڙها وهي هليا.

ماءُ ڌيءُ جي پرسان آئي. ڪجهه وقت چپ چاپ ويٺي ڏسندي رهي. پوءِ جهوپڙيءَ کان ٻاهر نڪري، ڏاس مان نوڙيون ونيندڙ مڙس کي چيائين، ”ڪٿي ماستر...“ ڪرون لي هٿ هڻي رڙ ڪيائين، ”ڪجهه ٿي ويو!“

پريميءَ جو پيءُ ڏاس ۽ نوڙيءَ جو وڻڙو ڦٽو ڪري ڪجهي آيو، ”ماستر جي اها همت... منهنجي لٺ ته ڪٿي وئي.“

گلاب دادا وڻ هيٺان کهڻي سان ٽپڙ راند ڪري ڪري رهيو هو. هن نفرت مان چيو، ”مان لڌ اڳ، ٿي هن کي شيطان سمجهندو هوس،“ پوءِ ٺهڪ ڏيئي چيائين، ”ڪهڙا پئسا ڏنائيس؟“

پريميءَ جو پيءُ لٺ کڻي بستيءَ کان ٻاهر نڪرڻ لڳو ته گهڻي چيو، ”شاهه جو خيال رکج. ڪٿي هڏيون نه ڀور ڪرائي اچين.“

گلاب دادا اُٿي ڪڙو ٿيو. چيائين، ”مان به تو سان گڏيو ٿو هلان. گهٽ ۾ گهٽ لنهنجو لاش ته سلامت

ڪٽي ايندس.“

پريميءَ جي پيءُ بستيءَ جي لوڙهي جي ڪرڙهه لاهيندي چيو، ”بستيءَ جي عجب جو سوال آهي ۽ اوهان چرچا ٿا ڪريو.“

گلاب دادا چيو، ”عجب تنهنجي ڇوري وڃائي اڇي ۽ شاهه جو گسو ساري بستي سهي ۽ ڇو؟“ هو وري راند ڪرڻ ويهي رهيو.

ٻڍي مومل چنبڪو ڇڏي وڃهو وڏي آئي هئي. چيائين، ”گهڻا ڇوڪرا، ڇمبياءَ جي چنتا ڪر. هوءَ ته مٽي ماستر سان ڪلي ڳالهائيندي آهي.“

گهني چڙ مان چيو، ”ٻڍي، وڃي پنهنجو ڪم ڪر. ڪٽي وڏ يڪڙ ٻڙ ٻڙ ڪندينءَ ته چوٽيءَ کان وٺي واپس (واٽرڪورس) ۾ ٻوڙي ڇڏيندوسانءِ.“

مومل ٻڙٻڙايو، ”مان ته ڪبردار ٿي ڪريانءِ، نه ته منهنجو ڇا وڃي؟ بستيءَ جون سڀ ڏيئر ٻيهر مٽي ماستر اڳيان ڪٽي پيٽ چاڙهيو.“

گلاب دادا چيو، ”سپاٽي ماستر بستيءَ اندر قدم رکي ته سهين. پوءِ مان هوندس ۽ منهنجو مهاڏيو وارو ترشول هوندو. شيطان... ڪميڻو!“

پريميءَ جو پيءُ، منگو، بستيءَ جي ڪڙهه ڪليل ڇڏي لٺ هٿ ۾ لوڏيندو واٽرڪورس ڏي ٽڪرين وڪون ڪٽي ڊربيلي مائنر طرف وڌڻ لڳو. هو موليڏني ڇوڪريءَ

واري ڪان اڳ، ڪڍي ورتو ته موليڏني ڇمڇيءَ واري چيو، ”منگو، ذرا ٻهڪي، اکيان جهاڪو اٿيئي!“

منگوءَ موٽ ۾ ڪار ڦهڪائي ڪڍي، ”تنهنجي لـ وڻي ڪري...“

موليڏني ڇمڇيءَ واري انگوچو هڪ ڪلهي تان لاهي ٻئي تي رکيو ۽ ٽڪڙا قدم کڻي منگوءَ پيڙو تي چيو، ”منگو بادشاهه، اڄ بازيگرن پنيان ڪنهن ٻيچ ڪٽي آهي؟ سوال ٻڌڻي پريشان حال ۾ ڦوٽندي ٿي ويئي، هيئنر ٽون هوا سان ڳالهيون ڪندو ٿو وڃين. اوهان سان سڪ نه آهي؟“

منگوءَ ڦوڪندڙ چهن سان سوال ڪيو، ”تو ڪالڪتي مان پڙهي آيل پيمن جي نگوڙي ياءَ، ڪي ڪٿي ڏٺو؟“

”توهان جي بستيءَ ۾ ناهي نه اِس سيدن جي اوطاق تي هوندو. هن جو بيو ڪٿي مڙهه مقام آهي؟“

منگوءَ کو جواب نه ڏنو ۽ ٿهائين لکيون وکـرن وجهڻ لڳو.

موليڏني هن سان قدم ملائيندي هلندي چيو ”چا ٻهورس جو نيم ٿو گڏرائدو وڃي ڪٿي؟ ته ڍهل نـ، شرنابون! ڳجهه ني ڳجهه ۾ ليارين ٿـي وين!! اوهان بازيگر ڪنهن لي ڪامڻا وجهڻ ۾ افلاطون آهيو.“

موليڏني ٿهڪ ڏنو ۽ وري چيو، ”هن تو ۾ منهنجي حاضر هجڻ کان سواءِ ڪا شادي ٻهال نه آهي. شاهه جي شادي هجي يا موچيءَ جي، موليڏني ڇمڇيءَ واري

ڪانسواءِ ان جو کھڙو جس. يار، پاڻ کي نه وسارجانءِ. گھوٽ جي گھوڙيءَ جي واڳ، جھلي هلڻ نه منھنجو خانداني ورثو آهي." هن ٻيو ٺهڪ ڏنو.

منگوءَ ٽڙڪندڙ چپن سان چيو، "ان مردود کي ڏيڻ کان پريميءَ کي سنڌي ڪتاڻ نه ڪريان..."

"ان جو جواب ناهي،" موليڏني چيو، "پريميءَ لاءِ نه ٽوڪي وڏيري واحد ڏني جو سنگ، ملندو. ميان، ڀوڳ ڇڏ. پيمن جي پاءُ جي ڪل خراب ٿي آهي جو پريميءَ مٿان ڪڪڙ جيان آرو ڪري ويٺو آهي نه ته ٽنھنجي ڏيءَ کي ڪمبور گلاب دادا يا ڪاٽ هٽندڙ شيامونءَ ڪانسواءِ هوند ڪير ڪنگهي به نه پڇي. ڪلڪتي مان پڙهي آيل رام کي مردود سڏيئه؟ هاڻي آهستي هل، منهنجون ٽنگون ٿي ڪڏي ڇڏيون اٿيئي... ۽ ها، ڳالهاءِ به آهستي. ميان، ڀتين کي به ڪن آهن. ڪنهن شاهه سڳوري کي چغلي هڻيئين ته اوهان جي ساري بستي رڪ جو ڍير ٿي پيئي هوندي... هاڻي ٻڌاءِ ته سوڀت جهڙو مڻهن ڪٺي ڪنهنجو بخت بگاڙڻ هليو آهين؟" هن منگوءَ جي ٻانهن پڪڙي ڏونڌاڙي.

منگوءَ جا قدم ٺٺين گوٺ جي ويجهو پهچي پاڻ ڪان پاڻهي ڍرا ٿي ويا هئا. هن جواب ڏنو، "شاهه جي حويليءَ ڏانهن پنڌ پيو آهيان."

موليڏني، کوهه ٿان پاڻي ڀريندڙ پيرو حلوائيءَ کي مخاطب ٿي چيو، "پيرومل، ذرا بيهڪي، اڳيان جهاڪو

اٿيئي." ٻچا ٻڪ ھڻ شاھ جي ڪيمت ڏانھن ويندڙ پاڙيء جي ٽيڪري ٽڙي ٽان ٽاپو ڪاڏو.

ڀيرو ڪلي چيو، "اول توں جھاڪي ڪان ٻاڻ ٻچاءِ..."

مولوڏني ڪلي چيو، "ٻاڻ ماٺھو جھاڪن لسي ھر ٻل آھيون." ٻوء لڪڙي وڪ پائي منگوء وٽ پھچي چيائين، "ٻاڻ ماٺھو ٻه سيدن جي اوطاق لي ٽا ھلون." ٻوء پڇيائين، "شاھ وٽ ڪنھنجي دانھن ڪڻي تو وڃين؟"

منگوء چيو، "ڪميٽي ماستر باجيگرن جي عجت ٻ ھٿ وڌو آھي."

مولوڏني ڪلي چيو، "ان جو ٻه جواب ڻاھي" وري چيائين، "سونڻ ٽي پير ڏاھ. وڃي پنھنجي ھستيء پيڙو تيء ٻه ٽه ڪير لنھنجي لاش اوڏو اچڻ جو سمت ٻه نه ساريندو... ميان، ٻاڻ ماٺھو ٻوڙا، گونگا ۽ انڌا آھيون، ھر ڪنھن جي سڄيء ٻه. پيو ڪو ھوندو مرچ مصالحا گڏي شاھ سائين جا تو خلاف ڪن پيري. مڙي ٻه وڃ، پنتي موت. مون شاھ سڳوري جي مار ڪاني ٻه ڏٺي آھي، ڪاراڻي ٻه ڏٺي آھي. چا چيئه؟ ٻاڙيگرن جي عزت. ڏايو چرچاڻي آھين. پيرو حلوائي ۽ جمن ڪاسائي توري منائي ۽ ٻوڙ ٽڪري جاوا پيا ڪن... توں لٺ ڪڻي رام خلاف دانھن ڪرڻ ھليو آھين! لٺ ٻه لنھنجي، مٿو ٻه لنھنجو. مان تو توڪان پڇان، رام پيروء ۽ جمن ڪان چا ڪھت آھي؟"

منگوء لٺ سڌي جھلي ڦوڙڪندڙ چمن سان چيو، "ماستر ڪان اڳ توڪان ھن جو ٻلو وٺو پوندو."

”وٺ ته. ڪڏهن جهليو اٿيئي؟ پيءُ ۽ شاهه سائينءَ جا پاڻ ماڻهوءَ لاءِ سؤ ٽورا آهن. انهن سان ڪي هڏڪ به اٿ سهي وڃي. ڇو، لت هيٺ ڪري ڇڏيئي؟ فتح علي شاهه ڏي نظر پيئي ڇا؟ نديو شاهه، ته ڇڙ باز راند ڏسڻ ۾ مشغول آهي. ڪجهه ڪيو اڄيئي ته ڳالهه ڪر. وڃي پيو ٻن پوانس...“

منگو موليڏني جي ڳالهه ٻڌڻ لائين به نه ٽرسيو. ٻزار ۾ نه گهڙي، ڪاڇين واريءَ گهٽيءَ ۾ گهڙي ويو.

موليڏني ٽهڪ ڏيئي چيو، ”ان جو به جواب ناهي.“

ويچارو منگو! هو موشو ڪري ويو. علي اڪبر شاهه جي منهن لي ئي نه چڙهيو پوءِ به سڀ جي سڄيءَ ۾، انڌي، ٻوڙي ۽ گونگي موليڏني شاهه جي اوطاق ۾ شاهه کي چمپي ڪندي سڀ ڪجهه چئي ڏنو، ان سڀ ڪجهه ۾ اهو به ڪي اچي ويو ڇنڊڇڻي چوڻ جي منگوءَ کي ٻئي جنم ۾ به جرئت نه ٿئي ها.

شاهه ايڏي ئي هڪل ڪئي، ”عثمان! اڏامندو وڃ. منگوءَ نيچ کي مڇن کان پڪڙي کڻي اچ. گلاب، گهڻو يا پيو وچ ۾ پوي ته ماڇين مان ٻن ڄڻن کي ڪوٺي وڃ. منگوءَ ڪانسواءِ واپس آيو آهين ته آها ڪنهن ڪيڏندو سانءَ جو عمر پر ٽنڊو مندو ئي وينو هوندين. ٻڌءِ؟“

عثمان وڃڻ لڳو ته شاهه ڪنڌ ٽورو مٿي ڪري چيو، ”ڪنهن به اهڙي بشر کي خبر نه پوي ته مون منگوءَ کي ڇو گهرايو آهي.“ پوءِ موليڏني ڏانهن نهاري چيائين،

”تو به ڪنهن اڳيان زبان هلائي ته زبان ڪپي ڪڍندوسانءِ.“

مولوڏني هٿ جوڙي چيو، ”قبلا، ائين سمجهو ته آءٌ انڌو، گونگو ۽ ٻوڙو آهيان.“

شاهه ڪنڌ وهاڻي تي رکي ڇڏيو.

مولوڏني آهستي چيو، ”قبلا، ڀاڳ ماٺهو ٽيهه ٽي ڏينهن بازيگرن جي بستيءَ وٽان لنگهندا آهيون. ڪٿي...“

شاهه غصي مان چيو، ”ڪو ٽولي هٿ هلائي ته ساري بستي ساڙائي ڇڏيان.“ ڪجهه وقت ڪانپوءِ شاهه ڪي قدر نرم آواز ۾ چيو، ”رام ڪي ڪيترو ئي سمجهايان. ڪوئلا به ڪڏهن اڇا ٿيا آهن؟ انهن کي هٿ لاءِ ته هٿ ڪارو، پير لاءِ ته پير ڪارو...“ هن ٿوري ترسي آواز ۾ پڇيو، ”تو ڀاڳ ڀرائيءَ کي سٽيشن کان گهر ڇڏائڻ ڏٺو ويندو ڏٺو؟ بدي ڳالهه ته نٿو ڪرين؟“

مولوڏني ڪن ٻڪڙي چيو، ”نبيءَ جي اولاد سان ڪوڙ ڳالهائي دوزخ جي آگ ۾ جلڻو اٿم؟ ڪوڙ ڳالهائيندو هوندس ته منهنجو نور ويندو، قبلا...“

شاهه چيو، ”ٺون وڃي رام کي سڏي اچ. ڪيس ٻيا ٻئي ڪنهن کي ڪجهه نه چئج.“

مولوڏنو ٻنا آواز ڪڍي شاهه جي ڪٽ تان لٿو ۽ ادب سان هٺڪي ڀيرين پٺي اوطاق کان ٻاهر نڪري ويو.

( ٦ )

فيض محمد ٻه ان ڏينهن شاهه جي اوطاق ۾ آيو، ته

ٻئي ڏينهن. هو جنهن ڏينهن شام جو شاهه جي اوطاق تي اچي ڏمڪيو تنهن ڏينهن صبح کان وٺي شاهه کي هنجي اچڻ جي اميد هئي ۽ انتظار پڻ هو.

هن شاهه جي اوطاق ۾ قدم رکندي پڇيو، ”رام ڪٿي آهي؟“

شاهه موٽ ۾ سوال ڪيو، ”ڇا ٿيو؟“

فيض محمد موڙي تي ويهي پنهنجي عينڪ لاٿي. کيسي مان رومال ڪڍي منهن اگهيائين ۽ پوءِ ساڳي رومال سان عينڪ صاف ڪرڻ لڳو.

شاهه چيو، ”اختياريءَ وارن سان هٿ اٽڪائڻ جو انجام ڏٺءِ؟ مختيارڪار کي تو خلاف ڪارروائي ڪرڻ جي ڪا جرئت ڪا نه ٿي. ڪمال کي ڦاسائڻ کان ۽ ڪنارو ڪيائين. هنجي ڪاوڙ جو نزلو ڪريو ۽ ڪمال جي ذاتيءَ، ويچاري ابراهيم تي ڪريو.“

فيض محمد عينڪ پائي رومال کيسي ۾ وجهي چيو، ”ابراهيم کي ڇڏائڻ مشڪل نه آهي. آءٌ سر زمين تان، تحقيقات ڪري، سڀ حقيقتون هٿ ڪري آيو آهيان. پر مولڪي ٻيو انديشو آهي...“ هو گويا ڪنهن ڳوڙهي ويچار ۾ پئجي ويو.

شاهه انتظار وچان هنجو گنڀير چهرو تڪيندو رهيو.

فيض محمد گويا پاڻ سان ڳالهائيندي چيو، ”لڏهن ته چوانئو، رام مون سان پٽ تي ويهي ۽ هوند سيٺي شرارتين کي ٽوٽا چبائجن...“

شاهه هنکي اڌ ۾ ڪٽي چيو، ”ٿوڪي اهو انديشو آهي ته ساري قصبي کي فرقيوار رنگ ڏنو ويندو؟“

”يقينا!“ فيض محمد چيو، ”زميندار هندو آهي، هنجو ڪمدار به هندو آهي. ٻئي طرف، هاري مسلمان آهن ۽ هنن کي 'ڀڙڪائيندڙ' ابراهيم به مسلمان آهي. مون ڄاتي ٻڌي حال ني الحال هندو زميندارن جي هارين جي جماعتبندي ملتوي ڪري ڇڏي آهي. ڪو هندو 'هاري حقدار' جو نعرو بلند ڪندڙ ملي وڃي ته سيتي هندو مسلمان ظالمن جا ڏند کٽا ڪجن. تون رام کي سڏائي ته وٺ.“

”هو منهنجي سڏائڻ تي ايندو ضرور. مگر...“ شاهه گنڀير نوع ۾ چيو، ”مگر هو تنهنجي حمايت ڪندو، اهڙي خاطري نٿو ڏيان.“

”هنجو آدرش پسنديءَ وارو جوش سوڊا جي بوتل واري جوش جيان ٺڏو ٿي ويو! مون اول ئي سمجهيو ٿي ته ٿلهي آدرش پسندي مقصد جي چٽائيءَ جي عدم موجودگيءَ ۾ پنهنجي راهه وڃائي ٿي ويهندي...“

”هو وڏي عمر جي انڻ پڙهيلن کي هر روز رات جو اچا به پاڙهيندو آهي. البت بازيگرن جي بستيءَ ۾ وڃڻ ڇڏي ڏنو اٿس...“

”بازيگرن ڪتن جي ٻچ ڪرائي هونديس. يا ... يا گلاب غندي سائس هٿن جي صفائي ڪئي هوندي.“

”اهڙي ڪا ڳالهه ڪانهي. منهنجي هوندي...“ شاهه

جملي پوري ڪرڻ جي ضرورت محسوس ڪانه ڪئي. اليئي ٺهڪ ڏئي چيائين، "توهان هاري حقدارن اڳيان شاهن جي شاهيءَ سان هٿ چراند ڪانه ڪئي آهي، شڪر آهي."

"لرسو" فيض محمد محڪم ارادي سان چيو، "اهو زمانو پري نه آهي جڏهن پيرن جي پيري ۽ شاهن جي شاهي - ٻين ڪوڙن اڊمبرن ۽ ڍڪاوڻ سان گڏ زمين دوز ٿي ويندي." وري چيائين، "تون فڪر نه ڪر. تون، پنهنجي شاهيءَ جي وقار کي جمهوريت جي نذرانو رکڻ جو اول ئي فيصلو ڪري چڪو آهين..."

"اهي ڳالهيون ٻين کي ٻڌ،" شاه مرڪي چيو، "مان جيستائين سنڌيءَ کي اڻ سنڌيءَ طرح اوهان ماڻهن جي ڪتب ايندو رهندس، تيستائين سلامت آهيان. ڪم لٿو ڍڪڻ وسريو. پوءِ توهان مون سان نه اهائي ڪار ڪندا جيڪا وڏيري ڪريمڏني يا مولوي صالح الدين سان ڪئي اٿو..."

"شاه صاحب، تون پاڻ کي انهن رهزنن جي صف ۾ نه ڳڻ. هڪ، زميداري رعب ۽ رلپي سان هارين جي جماعتبنديءَ کي ڪچلڻ جو خواهشمند آهي. ٻيو، دين جي رهبري ۽ جنت جي ٺيڪيداريءَ جي ڄاري ۾ غريب هارين کي گمراهه ڪري رهيو آهي." فيض محمد يڪا يڪ چپ ٿي ويو. پوءِ چيائين، "اهي بحث مباحثا ٿيندا رهندا. هاڻ ٻڌاءِ ته تون مکي ٽيولو مل جي نڪتو

پٽ شيوڪ کي ابراهيم خلاف فرياد واپس وٺڻ لاءِ مڃائي سگهين ٿو يا نه؟“

”جڏهن سڄو قصو مختيارڪار جي ڇوڇ سان ٿيو آهي تڏهن مان نٿو سمجهان ته شيوڪ يا شيوڪ جو پيءُ ڪو منهنجي چوڻ تي فرياد وٺڻ لاءِ رضامند ٿيندو. ٽون سر زمين تان ڪهڙيون حقيقتون هٿ ڪري آيو آهين؟“

”جڏهن ٻولو مل جو ڪمدار، ابراهيم واريءَ ٻنيءَ تي پهتو تڏهن ابراهيم اتي موجود ئي ڪو نه هو. هيون رڳيون زالون جن گاريون به سٺيون ۽ بي عزتيءَ جا ڌڪا به ٻڌا. هل هنگامي تي آس پاس جا هاري ڏاري مڙي آيا. جڏهن هنن ڪمدارن کي سمجهايو تڏهن ئي ويتر آپي مان نڪري ويو. هڪ هاريءَ کي مٿي واري لٺ وهائي ڪڍيائين. ان تي ٻئي هاريءَ هن کي سوٽو هڻي ڪڍيو. چونٿا ته سوٽو هن کي کاٻيءَ ٽنگ ۾ لڳو. هوڏانهن ڪنڊياري اسپتال جي ميڊيڪل آفيسر سرٽيفڪيٽ ڏنو آهي ته ڪمدار جي منهن مٿي تي پٿرن ۽ لوڙهين جا گهرا گهاءَ آهن. ڪمدار تي حملو ڪرڻ لاءِ وري پڪڙيو ويو آهي ابراهيم کي! آءٌ، ”— مختيارڪار، ڊاڪٽر، زميندار ۽ ڪمدار جي سازش سان ٻچڻ لاءِ ڏنديون ڏاڍا آهيان. صرف، خرفيوار فضا ۾ اضافو اچي وڃڻ جو انديشو اٿم. هو چارئي هندو آهن ۽ اسين .. ان سازش خلاف ٽئي ڄڻا سڀ مسلمان آهيون. عام هندن کي

مسلمانن خلاف ڀڙڪايو ويندو ۽ مان هنن کي ڀائرن وچ ۾ ويڇو وڌائڻ جو هڪ وڌيڪ موقعو ڏيڻ نٿو چاهيان. تون شيوڪ کي فرياد واپس وٺڻ لاءِ ڪٿي مڃاءِ نه.“ پوئين جملي جي نوع ۾ لاچاري ۽ نيزاريءَ جو سنگم هو.

”شيوڪ مختيارڪار جي رچيل شطرنج ۾ ايتري حد تائين پيادو ٿي ڪٽب اچڻ بعد فرياد واپس وٺڻ جي همت ڪري سگهندو؟“

ڪجهه دير ٻئي دوست چپ ويٺا رهيا. پوءِ شاهه چيو، ”سڄي قصي جي چاٻي تنهنجي هٿ ۾ آهي...“

فيض محمد آهستي چيو، ”مان ڊپٽي ڪليڪٽر وٽ ڪمال طرفان ڪيل درخواست تان دستبردار ٿيان، ائين نه؟“ پوءِ آواز کي بلند ڪندي چيائين، ”ائين ٿي نه سگهندو. هڪ ظلم مٽائڻ لاءِ ٻئي ظلم تي چشم پوشي ڪرڻ ڪو علاج ناهي.“ ڪجهه وقت سوچ ويچار ڪرڻ ۾ ٻڏل رهڻ بعد فيض محمد تهائين وڌيڪ مڪرادي سان چيو، ”شيوڪ کي ڪي به نه چئبو. چوڙچاءِ ڪرڻ يا ظلم سان ڪو سمجهوتو ڪرڻ مسئلي جو صحيح حل ٿي نٿو سگهي. پس پيش جيت ـ ايمانداريءَ، انصاف ۽ حق جي ئي ٿيندي. مان ڪيتري قيمت تي به انهجو دامن ڇڏڻ لاءِ تيار ڪين آهيان.“ پوءِ هيڏانهن هوڏانهن نهاريندي چيائين، ”عثمان ڏسڻ ۾ نٿو اچي. مونکي پياس لڳي آهي.“

”مان تو ٻاٽلي ڏيانءِ،“ شاهه موڙي تان اٿندي

چيو، ”عثمان کي ڪنڊياري موڪليو اٿم.“

فيض محمد فورن اُٿي کڙو ٿيو ۽ لڪڙو ٻريان رکيل گهڙاميءَ وٽ ٻهڪي چيو، ”تون مونکي پاڻي پياريندين؟ ڪو مومن ڏسي وٺي ته مون مٿان ملامت جو پهاڙ ٽٽي پوي...“

شاهه ٽهڪ ڏنو.

فيض محمد پاڻيءَ جو گلاس پنهنجي موڙي ڏانهن ڪڍي ايندي پڇيو، ”عثمان ڪنڊياري سک ۾ ويو آهي؟“

”ڪنڊياري واري اسپتال لوڪل بورڊ جي آهي نه؟“

”۽ تون لوڪل بورڊ جي ميمبر جي حيثيت ۾ ميڊيڪل آفيسر تي زور ڀار آڻڻ ٿو چاهين، ائين نه؟“

پوءِ فيض محمد گلاس موڙي پرسان پٽ تي رکندي چيو، ”وس پڄيئي ته زميداري ۽ شاهي ترڪ ڪري هاري حقدارن سان کليو کلايو پٽ تي ويهين نه؟“

شاهه اُبو ساهه کڻي چيو، ”ڪاش، مون ۾ ايتري همت هجي. خير... تون رات هت رهين ٿو نه؟ چانڊوڪيون آهن. دربيلي ماندر جا ڪيتا آهن، انهن پرسان لهرائيندڙ کيت آهن. اڄين ڳوٺ واري سڪل تلاءَ تي اُچا ۽ ونجهوٽي راند ٿيندي آهي، تنهن کان سواءِ بازيگرن جي بستيءَ ۾ دستور موافق هر رات راڳ ۽ ناچ جو شغل ٿيندو رهندو آهي...“

هينئر اُبو ساهه فيض محمد کنيو ۽ چيو، ”ڏاڍن ۽ ظالمن پنهنجي ڏاڍ ۽ ظلم جو ايڏو ته وڌو ۽ ايڏو ته

ويڪرو ڇار پکيڙي چڙهيو آهي جو قدرت ۽ انسان جي حسن جي مشاهدي ماڻڻ جي فرصت ڀاڳڪي ملي ٿي ٿي. سچ ته اهو آهي،" هن ٻيو ايو ساهه کڻي چيو، "ٻڌهجو نديءَ وارو ڪو شوق باقي نه رهيو آهي. ھيو... مان واٽ همت رهندس ٿي. رام سان لباد ته خيالات جي سانگي." ٻوءِ پڇائين، "رام بازيگرن کي ڀاڙهڻ ڇو ڇڏي ڏنو آهي؟"

شاهه سنجيدگيءَ سان وراڻيو، "مڱو بازيگر مٿس الزام ڏريو ته هن سندس ڏيءَ سان همت ڇراند ڪئي آهي."

فيض محمد هلڪو ٽهڪ ڏئي چيو، "ٻن الزام ۾ ۾ سچائي ڪيتري آهي، تو ضرور اها جاچ ڪئي هوندي. مان ٺهڪجي سياءَ مان واقف آهيان. توکي اهڙي قسم جي تحقيقات ڪرڻ مان خاص لطف ايندو آهي..."

"ڏاڍن ۽ ظالمن جي چار ڏهڪجي نديءَ هوندي واريءَ شرارتي فطرت تي خبر ڪر اڳ ڪيو ٿو ڏسجي،" شاهه مرڪي چيو، "بازيگرن جي شڪايت تي مان جاچ ڪريان ٿي ڪونه. مونکي خبر آهي ته ڪو شخص سچ ٻچ ڪنهن بازيگر ڇوڪريءَ سان همت ڇراند ڪندو آهي ته ٽوليءَ مون وٽ يا ٻئي ڪنهن وٽ شڪايت ڪرڻ ٽالين نه ايندي آهي. مجرم پيسا ڏيئي جند ڇڏائي ويندو آهي. پيسن نه ملڻ تي بازيگر يا ته هٿن جي صفائي ڏيکاريندس يا ته ڪليو ڪلايو ٻهي ڳوٺن ۾ بدنام

ڪندس. تنهن واسطي هتي لاءِ ٿي ڪانه..."

فيض محمد اچا به ڪلندي چيو، "توکي پنهنجو شخصي آزمودو ته نه آهي؟" آليڪي گنڀير ٿي چيائين، "رام ڪوڙي الزام تي پنهنجو ڪم ڇڏي ڏنو؟"

"رام درحقيقت پرميءَ سان محبت ڪندو هو. هڙي سنگين الزام جي شروعات، هو سمجهي ٿو، ضرور پرميءَ وٽان ٿي هوندي. هن تنهن ڪري نراس ٿي پرميءَ جي منهن تي چڙهڻ ٿي ڇڏي ڏنو آهي. اها عشق جون الٽيون بازيون، ميان! تو جهڙو شخص 'هاري حقدار' سمجهي ٿي نه سگهندو." شاهه جي چپن تي مرڪ وري آئي.

فيض محمد گنڀير ٿي چيو، "عشق جون الٽيون بازيون اوهانکي مبارڪ هجن. آءٌ هرچيز جي سلٽين بازين مان ڄاڻان. سڌي ڳالهه سونهي جي؛ جا چيز منهنجي منزل مقصود جي راهه ۾ رڪاوٽ بڻجي ايندي آءٌ ان کي يا نظر انداز ڪندس، يا هٽائيندس يا... يا ان جو مقابلو ڪندس. آءٌ بي ڪا ڪلابازي نه ڄاڻان، نه ڄاڻڻ ٿو چاهيان."

شاهه ٽهڪ ڏنو؛ فيض محمد گنڀير نوع ۾ پڇيو، "بازيگر چوري هن جي محبت جي موت ڏيندي هئي؟"

"بازيگر چوري؛ محبت!" شاهه اچا به زور سان ٽهڪ ڏاو. آليڪي ڪي قدر گنڀير ٿي چيائين، "پرمي البت نرالي بازيگر چوري آهي. هوءَ رام جي راهه ۾

اکيون وڇائي وهندي هئي ۽ هن جي دل ۾ رام لاءِ تڙپ...“

فيض محمد شاهه کي اڌ ۾ ڪٽي چيو، ”جتي انتظاري ۽ تڙپ آهي اُتي محبت عدم موجود نٿي ٿي سگهي. پوءِ ته رام لاءِ معاملو آسان هو. ميان بيبي راضي ته ڇا ڪريگا قاضي...“

”چوڻ کي چئي وٺين. مڙهي ماءُ ۽ روايت پرست پاءُ کي مڃائڻ آسان نه آهي. ٻن گوتن جي ماڻهن جا دائمي اشارا ۽ ڇميگوئيون سهڻ به سترو ڪم نه آهي...“

”باقي پنهنجي فرض ۽ ميدان عمل کان منهن موڙڻ آهي؟ اوهان جي اِها عجيب منطق منهنجي سمجهه ۾ نٿي اچي...“

اوڏيمهل عثمان اندر گهڙي آيو. ٻنهي دوستن جو ڌيان هن ڏانهن ڇڪجي ويو.

عثمان پنهنجي پڙڪي مان پرزو ڇوڙي ادب سان شاهه اڳيان وڌايو.

شاهه چئي وٺندي چيو، ”ميان، شمعدان ته ٻاري اچ. اسانکي ڳالهيون ڪندي اونده ۽ سوجهري جي ڪا سمڪ ئي نه رهي.“

شاهه پرزي کي اکين ويجهو آڻي، اکين تي زور ڏيئي، اهو پڙهڻ لڳو. اوچتو هن زوردار ٽهڪ ڏنو.

فيض محمد پڇيو، ”ڊاڪٽر ڇا لکيو آهي؟“

شاهه چيو، ”پرزو مختيارڪار جو لکيل آهي. عثمان شايد ٽينس ڪورٽ تي ڊاڪٽر سان ڳالهائڻ ٿيو آهي ۽

مختيارڪار وچ ۾ دخل ڏنو آهي.“

”ڇا لکيو اٿس؟“

”لکيو: اوهان جهڙي معتبر ۽ معزز زميندار مان اميد ٿي رکي ويئي ته اوهان سرڪاري عملدارن سان سامهون ڏيندا. اوهان ته الٽو باغين، غنڊن ۽ خونين جي حمايت ٿا ڪريو. اوهان يا اسان جي مدد ڪريو يا غير طرفدار ٿي ويهو ڏسو. ٻي راهه، اڳي پوءِ، اوهان لاءِ نقصانڪار ٿي سگهندي.“

فيض محمد گنڀير نوع ۾ پڇيو، ”اها چٺي مونکي ڏيئي ڇڏيندين؟ مونکي ڪنهن نه ڪنهن وقت ڪم اچي سگهندي.“

شاهه ڪنهن ٻڏ لڙ ۾ پوڻ ڏاران چٺي فيض محمد ڏانهن وڌائي.

( ٧ )

رام ياءُ ڪان پيٽونيءَ جو ڪليل خط ورتو ۽ اليئي دڪان تي گراهڪن جي وهڻ واري ڪاٺ جي بينچ (اها بينچ محض لکيو هئي جنهن جي ٻنهي ڇيڙن هيٺان پڪين سرن جون ٿهيون رکيل هيون) تي ويهي اهو خط پڙهڻ لڳو.

پيارا رام،

تون جتي هتان ويو آهين تنهن ڪا خبر چار نه ڏني اٿيئي. تو مونکي پنهنجي سرگرمين کان بيخبر ڇڏي رکيو آهي ليڪن مان با خبر پئي رهيو آهيان.

مون، توکي، شانتيڪيتن، ڪنهن خاص مقصد سان

مرڪليو هو. اهو منهنجو مقصد لوڪان ڳجهو ڪونهي. مون سمجهيو هو ته تون آدرشي وايو منڊل ۾ آدرشي تعليم حاصل ڪري ديس سيوا جو ڪو انوکو آدرش ڪٿي ايندين. اسانجو بدنصيب غلام ديس هڪ گنڀير دؤر مان گذري رهيو آهي. ديس جي آزاديءَ جي لهر ڪ اڻانگيءَ ڪريءَ تي پهتي آهي. ڀارت ماتا جي زنجيرن ٽوڙڻ جو سمو تيزيءَ سان ويجهو وڃندو اچيٿو ۽ تون پاڻ کي هڪ ننڍي ڳوٺ جي اچا ۾. ننڍي دائري تائين محدود رکي ويٺو آهين. ڳوٺ جي وڏن اڻ پڙهيلن کي پاڙهڻ جو ڪم ٻيو ڪو به ڪري سگهيٿو. تنهنجي درشٽي ڪافي وشال هجڻ کپي.

مان پنهنجي ساٿين سان هاڻي ني، ايندڙ چونڊن ۾ لوڪسي اسيمبلي ميمبرشپ لاءِ اميدوار بيهارڻ جون، ڳالهيون هلائي چڪو آهيان. مان هن سان بلڪل سهمت آهيان ته اسيمبلي ميمبرشپ جي اميدوار جو ڪارج جيترو وشال هجڻ کپي، ان کان وڌيڪ وشال هن جي درشٽي هجڻ کپي.

تون فورا هسيلو اچ. اسان ضلع جي قومي ڪم ڪندڙن لاءِ ٽن مهنن جو سڪيا سينٽر آرنڀ ڪرڻ وارا آهيون. تون شانتيڪيتن مان پڙهي آيو آهين ۽ اها حقيقت پنهنجي سر ني لوڪي ان سڪيا سينٽر ۾ هن کان نرالو ۽ مٿ ڀرو ڪري بيهاريندي. تنهن کانسواءِ تون منهنجي پٺتيءَ ۽ پنهنجي آدرش سان ان سڪيا سينٽر جو مرڪزي شخص

تي سگهين ٿو. پوءِ، اسيمبليءَ لاءِ ٽڪيٽ، سمجهه ته تنهنجي کيسي ۾ پيئي آهي. تون اسيمبلي ميمبر چونڊجڻ پوءِ ئي مان پنهنجا لاڳا سڄايا سمجهندس.

سڄاڻ سياسي حالتن ۾ تنهنجو سنڌ جو وزير ٿيڻ مشڪل نه آهي. تنهنجي وزير ٿيڻ سان تنهنجو مان مرتبو ته وڌندو ئي. گڏوگڏ سنڌ جي سياست ۾ منهنجي اهميت به وڌندي. تو جهڙي هوشيار کي مون اهڙي ڏينهن لاءِ ئي همٿايو آهي. تون همت اچ. وڌيڪ ڪم منهنجو آهي.

فيض محمد وڪيل کان پري رهه. هو هارين کي گمراهه ڪري ضلع جي سک شانتيءَ ڦٽائڻ لي ڪمر ڪشي بيٺو آهي. گرو ٽئگور طرفان اسٿاپن ٿيل شڪيا- گهر ۾ تعليم ورتل جوان کي هارين ۽ پورهيتن جي مسئلن جي خاطر خواهه حل لاءِ، گانڌيءَ جي ٽرسٽيشپ ٿيوريءَ ۾ ڌارڻ وٽان آندل خوانخواهه سڌانتن کان وڌيڪ وشواس هجڻ کپي.

پيمن مونکي تازي خط ۾ جيڪي لکيو آهي تنهن لي مونکي هڪ ئي وقت کل به آئي ته ڏک به گهڻو نه ٿيو. شانتيڪيتن مان پڙهي آيل هڪ هوشيار نوجوان هڪ هاريگر ڇوڪريءَ سان پريم ڪري اها ڪا جهڙي ڳالهه نه آهي؟ هن تي ان ڇوڪريءَ سان بداخلاقيءَ سان پيش اچڻ جو الزام لڳايو وڃي، ان کان وڌيڪ ڏک جهڙي ٻي ڪهڙي ڳالهه ٿي سگهي ٿي؟ مونکي

پڪ آهي ته اهو الزام بلڪل ئي بي بنياد هوندو، پر اهو الزام ڪنهن شريف جي چرتر تي نه ڏوهه ڀريندڙ داغ ته لڳائي سگهيٿو. حياتيءَ لاءِ اهڙن داغن کان بچيو رهڻ نهايت لازمي آهي.

هينئر، هت، تنهنجي لاءِ ڇوڪري چونڊي رکي آهي. اچي ڏس. ڏني مڪياري آهين. مان تنهنجي پيءُ کان نرالو آهيان. شاديءَ جي مسئلي ۾ تنهنجي پسندي، مون لاءِ، آخري پسندي آهي. بازيگر ڇوڪري، نه تنهنجي پسند ٿيڻ کپي نه منهنجي پسند ٿي ٿي سگهيٿي.

تون ڪڏهن ٿو اچين؟...

رام چٺي پڙهي، اها ويڙهي لفافي ۾ وجهڻ لڳو.

ٻيمن گراهڪ لاءِ پاءُ ڪڻ جو تور ٻڌي پڇيو، ”تون نواب شاهه ڪڏهن ٿو وڃين؟“

رام ڪو جواب نه ڏنو. هو چٺي لفافي ۾ وجهي، لفافو هٿ ۾ جهلي ويٺو رهيو، سوچيندو رهيو.

پاءُ گراهڪ کي هلائي وري پنهنجو سوال دهرايو، ”تون نواب شاهه ڪڏهن ويندين؟“

رام ٿڌڪ آواز ۾ چيو، ”توهان مونکي رهائڻ مان بيزار ٿي ويا هجو ته مان اڄ ئي توهانجو گهر ڇڏي وڃان؟“

ٻيمن جو منهن ڪارانجي ويو. ڏک ساڻائڻ ۾ هن کي ڪجهه سمو لڳو. پوءِ چيائين، ”مون ڇا چيو جو تو مونکي اهڙو ڪڙو جواب ڏنو؟ تون نواب شاهه وڃين يا هت ويٺو چمار وڃائين، تنهن سان منهنجو ڪهڙو پريوجن؟“

مونکي ڪٿيءَ ڪيو جو ڪٽي زبان چوريم. مون بس ڪئي بابا! اسانجو پيٽويو ٻه واندو آهي جو تو ۾ اميدون رکيون اٿس. ڪنهن ۾ ٿي ڪين هوندو ته پاڻ ۾ ڇا پوندو؟"

رام زبان جي غلطيءَ لئي اندر ئي اندر پشيمان ٿيندو، خاموش ويٺو رهيو.

پيمن وهي کولي ڪجهه لکندو رهيو، پڻ پڙهندو رهيو، "علم، جي وڏن جي عزت ڪرڻ ننڍو سهڪاري، اهو آدرشي ڪئن ڇئبو؟ جو شخص رلڻ پٽڪڻ کي پنهنجو ڏنڊو بڻائي چڪو آهي سو شخص وزير ٿيندو؟ جنهنکي گلا جهڙي چمات کي سهڪاري سمجهائي نه سگهي، تنهن لئي چئيءَ جون ٻه چار سٽون ٻه ڪو اثر ڪنديون؟..."

"پيمن ادا، ڪاري ناس نه ڏج."

پيسو پيمن اڳيان ڪريو، هن وهي رکي ڇڏي ۽... رام دڪان تان هيٺ لهي ويو.

رام، چوٻاز راند ڏسڻ بيهي رهيو پر هو ان ۾ من لڳائي نه سگهيو. هو، ٻاءُ جي دڪان وٽان، ٻاءُ ڏانهن نهارڻ ڌاران، لنگهي سڌو گهر اندر گهڙي ويو. پنو ۽ فائونٽين پين کڻي پيٽوني کي خط لکڻ ويٺو.

نويدن ته توهانجو خط مليو. احوال معلوم ٿيو. آئينده پڻ، ڪڏهن ڪڏهن، خط جي عنايت ڪندا رهندا.

توهانجي خط مونکي ڏيري ڇڏڻ لاءِ رضامند ڪ

ڪيو، ان جو مطلب اهو هرگز نہ آهي تہ اوهانجي خط جو مون تي ڪو اثر نہ ٿيو. اِن، منهنجي پڙ تہ ڪنهن حد تائين ختم ڪئي آهي، مونکي اُميد آهي تہ منهنجي هن خط جي موٽ ۾ اوهان وٽان جيڪو جواب ايندو، سو، مڪمل ريت منهنجي دماغ جي آواره گردي کي ختم ڪري ڇڏيندو.

مونکي نہ اسيمبلي ميمبر ٿيڻ جي لوڙ آهي ۽ نہ وزير بڻجڻ جي خواهش. ان‌جو مطلب اهو ناهي تہ مان تمنا رهت آهيان. منهنجي جيوت جي آرزو بلڪل نِنڍڙي آهي، ۽ اها آهي تہ مان غريبن، بي علمن ۽ محتاجن جي ٻارن کي گهڻو ڪتب اچان. مان پنهنجي ان ننڍڙي آرزو جي پورائيءَ جي شروعات پنهنجي ڳوٺ ۽ ان جي آس پاس کان ڪرڻ ٿو چاهيان. ۽ پاڪائيءَ تہ منهنجي اڳيان اهو مقصد صاف آهي، مان ڳوٺ جو محدود دائرو ڇڏڻ نٿو چاهيان. سنڌ جي سياست حال في الحال اوهانکي مبارڪ هجي.

مونکي خبر نہ آهي تہ اوهان مونکي شانتنڪيتن اَنلاءِ موڪليو هو تہ اُتان مان پاڻ تي ديس شيوڪ هجڻ جي مهر لڳائي هتي لاءِ اسيمبلي ميمبر ٿيڻ جو پروانو حاصل ڪري اچان. شانتنڪيتن جي آدرشيءَ وايو منڊل ۾ ’آدرشي‘ سکيا پراپت ڪندي مان پنهنجي جيوت جي ذڪر ڪيل، ننڍڙي آرزو اوس هٿ ڪري سگهيس جيتوڻيڪ مونکي ڄاڻ آهي تہ ڪيترا شخص، شانتنڪيتن

وڃڻ کان سواءِ ٻيءَ ان کان وڌيون ۽ ٻهتر نمائون ڪري سگهي ويا آهن ۽ انهن لاءِ مري مٽجن ٿا. فيضوءَ جوئي مثال وٺو. هن پنهنجي جيوت هارين ۽ پورهيتن سان گڏجي گذاري آهي جيتوڻيڪ هن 'غير آدرشي' سکيا گهر مان وڪالت جي ڊگري حاصل ڪئي آهي. اوهان جي نظر ۾، فيضو پيل ضلع جي شانتي نشٽ ڪندڙ هجي؛ ليڪن مان هن ۽ هن جي ڪاريه کي عزت جي نگاهه سان ڏسڻ لڳو آهيان. شايد اهو ڏينهن به اچي وڃي جو مان هن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي بيهان. ان کان اڳ مونکي پنهنجي سفيد پوش ذهنيت جو مقابلو ڪرڻو پوندو. زميندارن ۽ ٻين ستمگرن سان وڙهڻ لاءِ سينو ساهڻ کان اڳ، مونکي پنهنجي دماغي آواره گرديءَ سان ٽڪر کائڻو پوندو. شانتيڪيتن جي آزاد واءُ منڊل، مون ۾ ڪڏهن حد تائين جرئت بلاشڪ آندي آهي پر فيضوءَ جهڙي حوصلي لاءِ مونکي پنهنجي دل دماغ کي ڪافي ورزش ڪرائڻي پوندي. جرئت ۽ حوصلي جو ذڪر ڪندي منهنجو ڌيان ڪڏهن ٻئي جيوَ ڏانهن هليو ٿو وڃي. اهو جيوُ نه شانتيڪيتن ويو آهي، نه ڪڏهن ڪاليج جو منهن ڏٺو اٿس. الف - ب به مون هن کي سيکاري. مان ٻازيگر ڇوڪريءَ، پونميءَ ڏانهن ٿو اشارو ڪريان. هن جي قرباني، هن جي بي ڊپائي، هن جي جرئت، هن جو حوصلو... هوءَ منهنجي صدقي پڻ ڇڏي ماءُ جا دڙڪا، پيءُ جا ڌڪ ۽ ڀينءَ جا ستم سهي سگهيتي.

هوءَ منهنجي سانگي سيمي جا طعنا سهي نہ سگهندي، ۽ مان؟ مون، شانتڪيتن جي آزاد وايو منڊل ۾ ٻہ سال رهڻ بعد اها جرئت حاصل ڪئي، جو، ماڻهو مونکي ڪي چون تنهن ڪان اڳ، هنجو ڪڙو ٻول هٿ نہ چڙهي ڏنم. هنجي جرئت جي چوٽي اها آهي تہ هوءَ مونکي بدنام نہ ڪري سگهندي، ۽ نہ بدناميءَ لاءِ پنهنجي چرتر تي داغ نہ لڳائي سگهندي...

رام جو قلم بيهي ويو. هن محسوس ڪيو تہ پنهنجي پيٽوني کي ڪهڙي قسم جي خط لکڻ لاءِ جيڪا جرئت هجڻ کپي سا منجهس نہ هئي.

خط چمڙون چيهون تي پٽ تي ڪريو.

هڪدم رام جي دماغ ۾ هڪ سوال ڪر کڻي بيٺو: لوڪ ڪهڙي ٻُڪ آهي تہ پريميءَ لوڪي بدنام ڪيو آهي؟

اهو سوال ٻہ ٻہ ڏهون دفعو عيمتر ڪونہ هنجي دماغ ۾ اڀريو هو. اهو سوال اڻڳڻيار دفعا هنجي دماغ ۾ گونجيو هو ۽ ٻين ٻين سان هن ان جو ڪر انين جواندي مروئيو، ”هوءَ ڪجهہ نہ ڪرڻ جي قابل آهي.“

پيٽوني اڳيان پريميءَ جي قربانيءَ، بي ڌياني، جرئت ۽ حوصلي کي داد ڏيندي هن دل ئي دل اندر شايد پنهنجي ڪمزوريءَ، ’بزدليءَ‘ تي لعنت وڌي هئي ۽ تنهن ڪري، اڄ، اهو دستوري جواب هنجي دماغ ۾ نہ اڀريو.

اوچتو هو اٿيو ۽ اڏيو تي ويو جو ڪرسيءَ تان

اُٺي کڙو ٿيو. گهر مان نڪرڻ بعد هن جا قدم دربيلي مائٽن ۽ بازيگرن جي بستيءَ ڏانهن کڄندا ويا.

”ديوان، ذرا هڪيءَ اڳيان...“

موچي موليڏني جي زبان بي اختيار پنهنجو محبوب ڪلام چوڻ شروع ڪيو پر ان جي پوري ٿيڻ کان اڳ، دماغ ان جو انجام سوچي ورتو ۽ زبان خاموش ٿي ويئي. رام، موليڏني ڏانهن اک کڻي به نه نهاريو. موليڏنو ويچارو وڌيڪ پريشان ٿي ويو. هن ڪلپنا ۾، شاه جي زبان کي ڪٽجيءَ مغل هلندو ۽ پنهنجو ڪچومبر نڪرندو محسوس ڪيو. هن جا قدم تيز ٿي ويا.

هن رام جي پٺ وٺندي چيو، ”ديوان، زبان ڇوڙي جي آهي. اها ماڻهوءَ ماڻهوءَ جي شناخت نٿي ڪري. هونءَ منهنجي ڇا مجال آهي جو توسان، يا شاه صاحب جي ڪنهن خاص دوست سان پوڳـ ڪرڻ جو سٽ ساريان؟ پاڻ ماڻهو علاج کان وڌ ڪري ڪرڻ وارا آهيون. ڇو، توکي دلير نه ٿيو؟“

رام مرڪي چيو، ”گهٻرائج نه. مان شاه وٽ شڪايت نه ڪندس.“

”شل جڙيو رهين جهان ۾! اچ ڇا منگوءَ ماڻي موڪلائي اٿيئي؟ وري زبان نامراد خطا کاڌي نه! وڃ، يار، وڃ. پاڻ ماڻهو اتان ئي تا ٻهر ڏاهيون. ڪٿي وڃون نه ٻارنهن جي پاڙ ۾.“

موليڏني جا قدم پٺتي هٽيا ۽ رام جي ڇون لي

مرڪ ڊوڙي آئي. يڪايڪ هو گنڀير ٿي ويو ۽ هن جي دماغ ۾ ٻڙانڊ ٿيو، ”ڪهڙو نظام آهي؟ ڪو ڪليءَ دل سان صرف چرچو مسخري ۾ نٿو ڪري سگهي!“

هن ٿورو اڳيرو وڌي دريلي مالڪر ڏانهن نهاريو. ڪجهه پل لي، هن کي ٻه استريون نظر آيون.

”شايد چنبيلي ۽ پريمي آهن،“ هن سوچيو ۽ هن جي دل زور سان ڌڪ ڌڪ ڪرڻ لڳي.

هن ٻه چار قدم اڳتي وڌايا ته هن جي ڪنن تي چنبيليءَ جو آواز پيو، ”ماستر اسانجي طرف ٿو اچي. گهڻو ڏسندو ته سڀئي لاهي ڇڏيندو. مان ته وڃان ٿي.“

رام ڏٺو - پريميءَ، چنبيليءَ کي ٻانهن کان وٺي وهاريو ۽ چيو، ”هن گانڌوءَ کي اسان وٽ اچڻ جي همت ٿي ڪا نه ٿيندي. هو پاڻ کان پاڻهي ئي واپس وٺي هليو ويندو.“

رام، سچ پچ، ڪن لاءِ، ڇمي بيهي ويو ۽ هڪڪي موٽي وڃڻ يا پراڻي ٻوٽ طرف وڃڻ جو ويچار آيو. پر هنجا قدم پٺتي موٽڻ يا ساڄي وڌڻ، انهن کان اڳ هن پنهنجو ارادو پڪو ڪري ورتو.

هو پل لي ڇرڪڻ لڳو. چنبيلي ان وچ ۾ پريميءَ کان پاڻ ڇڏائي بستيءَ ڏانهن ڊوڙڻ لڳي هئي. پريمي بي پرواهه ٿي، پنهنجون لڙڪايل ٽنگون ليزيءَ سان لوڏي رهي هئي.

رام ڪجهه وقت بيٺو ۽ پوءِ چنبيليءَ واري جاءِ تي

وڃائي رهيو.

پريميءَ ڪنڌ کي لوڏي، پيشانيءَ تي ٻڙي آيل وارن کي مٿي ڪيو ۽ ڳاٽ مٿي ڪري جهلي ٻراٽي ڳوٺ طرف ڏسندي رهي.

رام پنهنجي جواب ڏيندڙ طاقت کي جمع ڪيو ۽ ڇرڪيل آواز ۾ پڇيو، ”خوش نه آهين؟...“

پريميءَ اکين ۽ ڪنڌ کي ڦيرائڻ ڌاران پڇيو، ”مونکي پرچائڻ آيو آهين؟“

رام سوال جو ڪو جواب نه ڏيئي، هن جو هٿ پڪڙي ورتو.

پريميءَ شوخ نگاهن سان رام ڏانهن ڏٺو ۽ خشڪ آواز ۾ چيو، ”منهنجو هٿ وري ڇو پڪڙيو اٿيئي؟“ هن هٿ ڇڏائڻ جي ڪوشش بلڪل ڪا نه ڪئي.

رام ٻئي هٿ سان هن جي هٿ تي ٿڦڪيون هڻندي جذباتي آواز ۾ چيو، ”هاڻ هرگز تنهنجو هٿ نه ڇڏيندس...“

”اهو، لوڙهه سان مغز ڏاري ڇڏيندءِ،“ پريميءَ اکيون ڦرڙائي خشڪ آواز ۾ چيو ۽ پوءِ هڪ عجيب ٽهڪ ڏنو.

رام مرڪڻ جي ڪوشش ڪندي چيو، ”مونکي پرواهه ناهي.“

پريميءَ هن جي اکين ۾ اکيون وجهي چيو، ”پوءِ ان ڏينهن تو منهنجو هٿ ڇڏي ڇو ڏنو؟“

رام جي دل ڀڪاريو، ”مان شرمسار آهيان.“ پر هن جي زبان آلائيو، ”ڳانڍو جو هوس.“ رام جي چپن تي مرڪ ناچ نچڻ لڳي.

پريميءَ پيار ڀري ننولي ڪندي چيو، ”هاڻ تون بهادر ٿي ويو آهين! اُبي جي هڪ لوڙهه جهلي سگهندين؟ گلاب دادا جي هڪ مڪ سهي سگهندين؟...“

رام جذباتي نـوع ۾ چيو، ”تون مون سان آهين ته مان تنهنجي بستيءَ ۽ تنهن ڀراڻي ڳوٺ جي ماڻهن جا ويڙهه، ڌڪا... سڀ ڪجهه سهڻ جي همٿ رکان ٿو.“

”ڏاڍو دلاور آهين! مان ڦري وڃانءِ ته؟“ پريميءَ کنڌ مٽي ڪيو ۽ پوءِ هن جي هٿ کي زور ڏيئي چيائين، ”منهن نه گهٻراءِ. بازيگر ڇوري وچن جي پڪي ٿيندي آهي. هاڻي، ڪل ته ڪٽي!“

رام مرڪي چيو، ”تون ڏاڍي سٺي آهين.“

پريميءَ کلي چيو، ”اڄ مون وهتولي ڪونهي. ڪيڙا به مرض پيا اٿم...“ پوءِ نهايت گنڀير ٿي چيائين، ”مون پڻ ته شروع ڪيو آهي... تون جو مونکي ڇڏي ونئين.“

پوئين لفظن ۽ انهن جي چوڻ جي نوع رام جي وويڪ کي يڪايڪ بيدار ڪري ڇڏيو. وويڪ ڦٽڪار وجهندي چيو، ”تون ڊرپوڪ هجڻ دانسواءِ هچارو به آهين. پريميءَ جي ارادن، اُمنگن ۽ مسرتن جو قاتل!...“

پريميءَ، هن جي گنڀير چهري تي نظرون وجهي، محڪم ارادي سان چيو، ”هاڻ مان ورِي نه ڀنديس.

پل آئون، به اڄ ڪري وڃهي."

رام جي ويڪ جو آواز رام جي ذهن ۾ بلند ٿيو، "لوڪي پنهنجي لاءِ روزگار جو بندوبست ڪرڻ سان گڏ پريميءَ لاءِ به ڪا عزت واري ڪرت ڳولهڻي پوندي..."

اوچتو پريمي اٿي ڪري ٿي ۽ باڻ سان گڏ رام کي اٿاريائين. پريميءَ هڪڙي هٿ کي ڇهي ڏيندي چيو، "هـل، سونهين جو ڪنارو ڏيئي ٿو. منهنجين ڏانهن تا علون. هت آيو يا بستيءَ جو پيو ڪو جيوُ اَسي سگهيٿو."

"ڇو ڇين ٿي؟"

"پنهنجي لاءِ نه. منهنجي پٽي شاهد آهي ته مان ڪڻ جهلي سگهندي آهيان. مونکي ڳڻتي تنهنجي آهي. تون اُبـي جو هڪ اڪڻ کائي بيهوش ٿي ويندين."

پريميءَ جو ٽهڪ فضا ۾ گونجيو. هوءَ رام کي ڇڪيندي، درياهي مـائنر جي ڪنڌي تي، پراڻي ڳوٺ جي اُتي پاسي ڇڪيندي ويئي.

رام پڇيو، "منگوءَ لوڪي گهڻي مار ڏني؟"

پـريميءَ بي پرواهيءَ سان چيو، "هن، شاهه هٿان جيڪا مار کاڌي، تنهنجو پيڙو ٽيڙو بدلو مون کان چڪائي ورتو. هاڻ، مون تي هٿ هلائي ته مان تو وٽ پهچي اچان."

رام سوچڻ لڳو، "هيڏي سهڻ شڪتي، هيڏي معصوميت، هيڏو وشواس..."

پريميءَ اچا به وڌيڪ معصوميت مان پڇيو، ”وڏا، ننڍن کي به ساهوڪار، غريبن کي ستائن ڇو ٿا؟“

رام چيو، ”شاهوڪار ۽ غريب ڇو. پنهنجن ڇهن ڏينهن ۾ عجيب اچار وسارين ته ڇڏيءَ! خير، مان وري توکي سيکاريندس.“

پريميءَ کلي چيو، ”توهان اسانجي بستيءَ ۾ قدم رکيو ته وري سنئين لڱين ٻاهر نه نڪرڻ...“

يڪا يڪ رام گنڀير ٿي پڇيو، ”تو مون تي ڪهڙو الزام ڇو مڙهيو؟“

پريميءَ منهن مٿي ڪري ٻاڪ ٻڌي ۽ ٻاڪ سان گڏ رام کي ٻيهاري، هن جي اکين ۾ اکيون وجهي پڇيو، ”ڪهڙو؟“

”چالاڪ ٿيڻ جي ڪوشش نه ڪر. منگوءَ، شاهه جي مار ني ان ڪري کاڌي...“

پريمي هلڻ لڳي، رام به گڏوگڏ هلڻ لڳو.

پريميءَ چيو، ”ان ڏينهن مان حد کان وڌيڪ نراس ٿي ويئي هئس...“

”۽ ان نراسائيءَ وچون...“

”نه، منهنجي دل جي پيڙا جو، ماءُ، ڳـ، نه گهر... غ، ها، غلط مطلب ڪڍيو. هن مون کان ٻچڙا ڏاران آءِ ٿي وڃي چيو: ۽ آئو! شاهه وٽ ويو سگهن کي، ڪن ڪماڻي آيو...“

رام جي اندر واري آلاپيو، ”ڏس هن جي سچائي

۽ ڀيٽ ان کي پنهنجي..."

پريميءَ جي آواز هن کي ووهڪ جي چنبي مان آزاد ڪرائي ڇڏيو. پريمي چئي رهي هئي، "وري نه مونکي ڇڏي نه ويندين؟"

رام کلي چيو، "مون جهڙي گانڊوءَ ۾ اها همت وري نه ايندي. هينئر نه مان هڪ اهڙي ڪم بابت سوچي رهيو آهيان جنهن ۾ تون مان گڏ هونداسين؟"

پريميءَ کجائيندي چيو، "تون پڙهيل ڳڙهيل ۽ مان صحيح اچار به نه ڪري ڄاڻان، تون ٻني واري جو پٽ، شاهه سائينءَ جو خاص دوست ۽ مان وچاري نرڌن بازيگر جي ڌيءَ- اسان گڏجي ڪم ڪهڙو ڪنداسين، ۽ ڪئن ڪنداسين؟"

رام ڪي وچاريندي چيو، "اوهانجي بستيءَ اڳيان، وانرڪورس جي ٻني ٻاسي واري ٻني، شاهه جي آهي نه!"

"پوءِ ڇا؟"

"ڪجهه نه... هان، دنيا جي ڪا شڪتي اسانکي الڳ نه ڪندي."

"سچ پچ؟"

"تنهنجو قسم..."

پريمي ٻوڏ ۾ اچي ويئي. هن جي ٻانهن کي پنهنجي ٻانهن سان ڳنڍ زور سان هيٺ مٿي لوڏڻ لڳي.

(٧)

”شرم ٻوٽي!“

پريمي واقعي شرمائجي ويئي.

”هاڻ مڃين ٿي نه، ته لوڻ سچ پچ شرم ٻوٽي آهين؟“

پريميءَ اکيون مٽڪائي چيو، ”او نهون...“

”مرد جي هٿن ۾ جادو آهي. هن جي صرف هٿ پڪڙيندي عورت جي دل بهار ٿي ٿي وڃي، اها، شرم ٻوٽيءَ جيان ٽڙي ٿي پوي، نه؟“

پريميءَ وڏو ٽهڪ ڏنو ۽ چيو، ”شرم ٻوٽي ته مرد جي هٿ لڳڻ سان ڪومائجي ويندي آهي.“

هڪ استري ٻيءَ استريءَ کان سٺرو آڻ مڃڻ واري نٿي ٿئي. چنبيليءَ شرارتي لهجي ۾ چيو، ”عورت عجيب شرم ٻوٽي آهي. مرد هٿ لائيس ته ٽڙي پوي. ۽ مرد رسي وڃي ته ڪومائجي وڃي. لوڻ به ته پنج ڇهه ڏينهن ڪومايل ڪلي هئينءَ ۽ اڄ گلابي گل بڻجي پيئي آهين!“

پريمي وري شرم وچان جمون رنگ ٿي ويئي.

چنبيليءَ چڙچڙا سان چيو، ”ڪمن، عجب شرم ٻوٽي آهين نه! منهنجي هٿ لڳڻ کان اڳ، صرف منهنجي اکيان اچڻ تي، ٻوٽجڻ لڳي آهين مان هٿ لائيندي سانءِ ته بلڪل ڪومائجي ويندينءَ. شايد، نه ڪومائجينءَ ماستر جي ياد ساڻ ڪٺي آهين نه، ڏسڻ ڪري.“

پريميءَ هن جو هٿ پڪڙي چيو، ”گهڻي جي

سامهون لون ٿ...“

چنبيلي شرمائڻ لڳي پر فورا پاڻ سنڀالي جوابي حملو ڪيائين، ”اڄ تہ لون نهدئين، نہ؟ بستي وري جهومڻ لڳندي. مان ماستر کي ماٺهو ٿي مڃان. مان ٻڌو وڃائڻ سيکاريندو آهي. تو جهڙيءَ سکيءَ جي سانگي مان ائتري محنت ضرور ڪندس. هو وڏن شهرن مان ٿي آيو آهي. راڳ تہ ائين ڏيندو ٿي هوندس، نہ؟ هو ٻڌو وڃائيندو، راڳ ڳائيندو ۽ لون نهدئينءَ. کهڙو نہ مزو ٿيندو!“ هوءَ ٽاريون وڄائڻ لڳي.

پريميءَ کلي چيو، ”راڳ، ۽ ناچ کان اڳ ئي، هان؟“

”لون نهدئينءَ نہ؟“

”ضرور. تو جهڙيءَ سکيءَ کي ناراض ڪندس؟“

”ماستر کي ماٺهو مڃان نہ؟“

”نہ. منهنجا قدم ٿڙ ڪڙائڻ لڳندا هنجي سامهون...“

”آهين نہ، شرم ٿوئي؟ چئو...“

”شايد.“ پريمي هڪ دفعو وري شرمائجڻ لڳي.

... ... ... ... ...

شاهہ ۽ فيض محمد کي، رام کي گهرائڻ لاءِ، ماٺهو موڪلڻ جي ضرورت نہ پيئي. هو پاڻ کان پاڻهي شاهہ جي اوطاق اندر پهچي آيو.

شاهہ رام جي دل جي خوشي هن جي چهري مان پاڻهي ورتي. چيائين، ”نوڪريءَ جو ڪو انتظار ٿيو

آهي، ڪٿي؟"

رام خاليءَ موڙي تي ويٺي چيو، "اڇا ته ٺيڪ آهي."

شاهه پڇيو، "پوءِ تنهنجي خوشيءَ جو ڪارڻ ڪهڙو آهي؟"

جواب فيض محمد ڏنو، "ممڪن آهي، پر محبتي دلين جي غلطفهمي دور ٿي وئي هجي."

رام جو منهن ڪنهن حد تائين ڳاڙهو ٿي ويو.

شاهه ٽهڪ ڏنو ۽ چيو، "عشق هاري هقدار به محبت جا داءُ پيچ ڄاڻي ٿو."

فيض محمد مرڪي چيو، "هاري هقدار انساني جذبن ۽ امنگن جا پارکو آهن..."

رام سنجيدگيءَ سان چيو، "منهنجي ٻڌڻ ختم ٿي آهي. مان پاڻ کي، تنهن ڪري هلڪو پيو پائيان."

شاهه پڇيو، "ڇا جي ٻڌڻ؟"

رام ٿڌائين گنڀيرتا سان وراڻيو، "منهنجي سامهون منزل صاف هئي، پر راهه صاف نه هئي. اڄ..."

شاهه مرڪي چيو، "ٺيڪ آهي، پلي پلي ڄاڻ آئي سا به نه پلي."

فيض محمد چيو، "آدرشي مقصد هوندي ڪا آدرش پسند راهه..."

"آدرشيءَ، نه آدرشيءَ جو فيصلو ٿوري آهي،" رام محڪم ارادي سان چيو، "مون تنهنجي نقش قدمن تي هلڻ جو فيصلو ڪيو آهي."

Soorih Mirani

شاهه ۽ فيض محمد ٻئي، عجب وچان رام جو چهرو تڪيندا رهيا. شاهه جي اوطاق جي ايوان ۾ ڪجهه وقت خاموشي طاري رهي.

ماٺ جي مهر شاهه کولي. چيائين، ”صبحان الله! هڪ هاري حقدار وڏيرو...“

رام اڃا به وڌيڪ دردنا سان چيو، ”هاري حقدار جو نعرو بلند ڪرڻ کان اڳ مان هاري بڻجي رهيو آهيان.“

شاهه جي زبان مان بي اختيار نڪري ويو، ”هاري!“

فيض محمد جي دل ۾ هڪ اميد ابري ٿي، اها يڪايڪ پست ٿجي وئي. نراسائيءَ واري نوع ۾ چيائين، ”اهائي آدرش پسندي، اهوئي گانڌي مارگ. منهنجا دوست! هاري حقدار جو نعرو بلند ڪرڻ جو مطلب اهو نه آهي ته هاري بڻجي وڃجي، پنهنجن هٿن سان هر هلائجي، پوک ڪجي. منهنجي نظر ۾، سچي هاري حقدار لاءِ صرف اهو لازمي آهي ته هو پنهنجي قسمت هارين سان گڏي ڇڏي، هنن سان سندن ڏک سک ۾ همشريڪ ٿئي، ۽... ۽ ساڻن سندن بهتر زندگيءَ لاءِ جدوجهد ۾ ٻانهن ٻيلي ٿي بيهي. پڙهيل ڳڙهيل، دماغي طور ۽ عملي طرح هارين ۽ پورهيتن سان ساٿ ڏيڻ ته ڪافي آهي.“

رام آهستي، مگر ڏردنا سان پڇيو، ”هارين سان گڏ هاري بڻجي وڃڻ ۾ حرج ته ناهي؟“

Soorih Mirani

فيض محمد ورائيو، ”هرج ڪونهي، ساڳي وقت ضرورت به ڪانهي. توهان پنهنجي علم ۽ عقل سان هارين جي جماعتبندي ۽ زميندارن خلاف هلچل ۾ حمايتي ٿي، ڪار کي وڌيڪ هٿي ڏيئي سگهندين. توهانجو ڇا خيال آهي، شاهه صاحب؟“

”ٻئي عالم عاقل آهيو،“ ”شاهه مرڪي چيو، ”مان بلڪل ان جي طرفدار آهيان. اوهان هڪ ٻئي کي سمجهائي سرچائي سگهو ٿا...“

رام چيو، ”مان سمجهان ٿو ته مان هارپو ڪندي به علم ۽ عقل سلامت رکي سگهندس. منهنجو علم ۽ عقل توهانجي ڪتب ايندو ته مان پاڻکي خوش قسمت سمجهندس.“

شاهه، فيض محمد کي چيو، ”باقي ڇا کپي؟“ پوءِ ڪجهير ٿي رام کي چيائين، ”اڄ، جڏهن ۾ اڃي، ممڪن آهي، هارپي کي ٻارن جو کين ڪري سمجهندو هجين. کيتي ڪرڻ، مکڻ جي شيءِ پڃاڻي آهي. توهان سکن جو پاليل، هارپي جا ڏجها سهي نه سگهندين...“

رام چيو، ”شاهه صاحب، مون مس مس پنهنجي جيوت جو عملي مارڳ چونڊيو آهي. شروعات ۾ ئي دل شڪستو نه ڪريو. اوهان ٻنهي کي ته منهنجي حمايت ڪرڻ کپي. اوهان، هيڪاري، منهنجي ارادي جي ڪمر ٽوڙڻ لاءِ سندرو ٻڌي بيٺا آهيو.“

فيض محمد سنجيدگيءَ سان چيو، ”منهنجي ٻاري

Soorih Mirani

۾ غلط فهميءَ جو شڪار نه ٿيءُ. منهنجو مطلب توکي دلشڪسته ڪرڻ جو هرگز آهي. البت، مان آدرش پسند نظريه مٿان حقيقت پسند نظريه کي ترجيح ٿو ڏيان. ان جو به سبب آهي. آدرش پسندي گهڻو ڪري ٺوس حقيقتن کي نظر انداز ڪري ٿي وهندي، جنهن ڪري اها ڇڙ ڏيهن جو چٽڪوٽي رهجي ويندي آهي. هارين جي حمايت لاءِ ڪاري ٻڌي وڃڻ لاشڪ اعليٰ آدرشي جذبو آهي، پر تون ان تي ڪا عمر عمل ڪندو رهندين، ان ۾ مونکي گهڻو شڪ آهي.“

”مان ان تي عمل ڪري ڏيکاريانءِ نه؟“ رام پڇيو.

فيض محمد ورايو، ”مان خوش ٿيندس ٿي، گڏو گڏ تنهنجي راهه عمل کي داد به ڏيندس.“

شاهه رضا کي نمڪين ڪرڻ جي ارادي سان چيو، ”اهو ڪهڙو ’خوش قسمت‘ زميندار آهي جنهن جي زمين تي اک وڌي اٿيئي؟“

رام چيو، ”بازيگرن جي بستيءَ اڳيان، واٽر ڪورس جي پيءَ پر اوهانجي ٻني آهي نه؟...“

فيض محمد کلي چيو، ”مون اڳيئي ڄاتو ٿي، اهو خوش قسمت شاهه علي اڪبر کان سواءِ ٻيو ڪو ٿي نٿو سگهي.“

”مان جيڪر خوشيءَ سان اهو ممتاز مرتبو قبول فرمايان،“ شاهه چيو، ”ليڪن حقيقت اها آهي ته منهنجي والد مرحوم اها ٻني مکي ٻولو مل ونڪ گهرڪي هٿي. مون

نه اهي ڇڏائي آهي، نه وري وياج ني ڀريو آهي. ان ۾ کيتي ڪرڻ کان اڳ مکيءَ کان پڇڻو پوندو."

فيض محمد چيو، "۽ مکي اهڙي اجازت رام جي حالت ۾ ته نه ڏيندو، خاص ڪري ڪالهوڪي واقع کانپوءِ."

شاهه چيو، "مان ٽولڪي واهه جي ڀر ۾ واريون ٻنين مان هڪ نمبر رام کي ڏيڻ لاءِ تيار آهيان. بازيگرن جي بستيءَ جي سامهون واري ٻنيءَ ۾ بازيگر سدائين ٻيا ڪونس ڪندا. اُن پڇندو ته راتو واهه ڀرو ڏيئي ويندا..."

رام شاهه کي اڌ ۾ ڪٽي چيو، "مان بازيگرن جي بستيءَ واري ٻنيءَ ۾ ئي کيتي ڪندس. مان ان ۾ پاڻسان گڏ بازيگرن کي ٻه رنيا نيندس. ايمانداريءَ جي ٻورهئي ملڻ بعد، بازيگر گناهه ڀري جيوت کان ڪنارو ڪندا، اها مونکي پڪ آهي."

فيض محمد، آساهت تي، جذبي ۾ اچي، چيو، "سچ پچ تو صحيح راهه پڪڙي ئي ڏسجي. سنڌ ۾ ڪو آپڻو طريقي لي کيتي ڪرڻ جي اصول کي ٻ تنهنجو اهو تجربو واقعي اوچ ڏيندو. مان توسان هر ممڪن طريقي سهڪار ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. شاهه صاحب، تون به دل مان نه ڪڍ. ان ٻنيءَ جو قبضو ته رام کي ڏيئي ڇڏ. مکيءَ جي اعتراض ۽ رڪاوٽن کي پوءِ ڏسي وٺنداسين."

شاهه دستوري نوع ۾ چيو، ”مان ڪجهه اچ ٿي ڏيئي سگهانٿو. سوال آهي، مکي يا شيوڪ طرفان ڪا اڻ چٽ پيئي ته ٻوءِ رام کي ڪافي تڪليف درپيش ايندي. ٿون لاهي پاڻي لڪڪو ٿي پينوآهين.“ شاهه وري چيو، ”خاص ڪري جڏهن مکي ۽ هنجو پٽ مختيارڪار جي هٿن ۾ کيلي رهيا آهن تڏهن...“

فيض محمد، شاهه کي جملو پورو ڪرڻ نه ڏنو. هڪدم چيائين، ”زوراور بادشاهه، لڳي ٿو ڪڏهن ٿي آئو. اسان کي ڏاڍين جي حملي لاءِ به تيار رهڻ ڪپي ته مٿن جوابي حملي ڪرڻ بان آنا ڪاني ڪرڻ نه کپي. جيڪي اڪرين ۾ مٿا وجهندا سي پاڻ ۽ ته مهرين کان ڇڏيندا؟ رام لي ڪا آفت بري ايندي ته مان ٻري کان ايهي تماشو ڪونه ڏسندس. اها ٿوڪي ۽ رام - ٻنهي کي خاطري هجڻ کپي. مکيءَ سان جدوجهد ۾ رام اڪيلو نه هوندو ساٿس گڏ ٿون مان ته هونداسين، بازيگر به هونداءِ انهن کانسواءِ هوندا ٿر جا سڀ هاري، غيرتمند پورهيت ۽ ترقي پسند نوجوان.“

رام چيو، ”شاهه صاحب، ڪا به نئين ڳالهه شروع ڪرڻ وقت تڪليفون ۽ رڪاوٽون ايندئون ٿي. تنهن ڪري چا پراڻن ڳالهين کي ڇهڻي پئبو. مونکي خبر آهي ته مکي ۽ هن جي پٽ کان سواءِ منهنجو پاءُ، پيڙهيو ۽ منهنجي ماءُ به منهنجي ان وهنوار جي مخالفت ڪندا. هاڻ، هنن جي مخالفت کي ڪرڏهجي يا اڳتي قدم کڻجي؟

يقينا اڳتي قدم، خاص ڪري جڏهن اهو قدم صحيح راهه تي اڳتي وڌڻ وارو آهي.“

شاهه ڪي قدر ڏکويل آواز ۾ چيو، ”دوستو، مان پنهنجي وس آهر اوهانجي مدد ڪندس ٿي. اوهان صحيح راهه تي آهيو، اها به خاطري اٿم ۽ پوءِ به نجاڻا وسوسن پري دل بار بار مونکي انهن تي چوي ته مان اوهان جي حمايت ڪرڻ بسان اوهانکي هيڪاري وڌيڪ ٻوهي ۾ وجهندو ٿو وڃان.“

فيض محمد مدڪم ارادي سان چيو، ”شاهه صاحب، اهو توهانجو وهم آهي. اسانکي ته ڇا، ڪو جي سڄيءَ ترقي پسند تحريڪ کي توهانجي همدرديءَ ۽ حمايت جو قدر آهي. پر اها ڳالهه صحيح نه آهي تي سگهي ته ٿون مدد نه ڪندين ته اسان پنهنجي اپنايل ڪنڌن چانئين وات تان هٽي وينداسين. منهنجي ڀاري پر، مان ائٿو سمجهان، ته توهنجي دل ڪڏهن اهڙي شاهدي پري هوندي. اڄ ته رام به مڪمل ريت شيخ ٿي ويو آهي. هاڻ، هنجي مڪمل تبديليءَ جي عزت افزائي ڪرڻ لاءِ مرغي ته کاراءِ.“

شاهه عثمان کي سڏي پڇيو، ”حويليءَ ۾ ترڪاري ڪهڙي تيار ٿي آهي؟“

عثمان وراڻيو، ”ٻوڙ...“

”ٻوڙ ته هوندو ٿي. ٻڪريءَ جو آهي يا...“

”سائين، ماڇين وٽان سهڻ مرغي آندي هئم.“

فيض محمد چيو، ”توهان جا پيا جيئن، عثمان ...“

عثمان مرڪي چيو، ”مون اڃا شادي ٿي نه ڪئي آهي.“

”دلجاءِ ڪر، ميان!“ شاهه چيو، ”فيضو ٽوڪي ڪا ڪلهوڙي وٽ ئي ڏيندو.“

فيضوءَ ٽهڪ ڏيئي چيو، ”دلجاءِ ڪر. منهنجي هوندي تنهنجو ڏڙ ڏڪائي نه ڪائيندو.“

شاهه ٽٽوليءَ واري نوع ۾ چيو، ”عثمان جيڪڏهن گڏهه هوندو ته تنهنجي ان دلجاءِ تي اعتبار ڪندو.“

عثمان چوڻ چاهيو، ”قبلا، مان پيو سڀ ڪجهه ٿي سگهانٿو، هڪ گڏهه نه.“ پر هنجي زبان مان نڪتو، ”قبلا، ماني آڻيان؟“

”نيڪي اور پوڇ پوڇ؟“ فيض محمد چيو. پوءِ شاهه ڏانهن منهن ڪري چيائين، ”جاڙي هٽ سان ته شايد ٻڪ ۾ اضافو ٿو ٿئي.“

* * * *

روٽي کائي ٽيئي دوست ٽنگون ساهڻ لاءِ اوطاق کان ٻاهر نڪتا.

شاهه پڇيو، ”ونجوٽي راند ڏسڻ هلون؟“

فيض محمد وراڻيو، ”اڄوڪو ڏينهن مبارڪ آهي. هلو ته راڳ ٻڌون ۽ ناچ ڏسون.“

رام اُلساهه ۾ اچي چيو، ”بازيگرن جي بستيءَ ۾!“

اليئي اُلساهه رهس لهجي ۾ چيائين، ”الي دير ٿي ويندي.“

آمان اوسيڙي ۾...“

شاهه هنڪي اَڌ ۾ ڪٽي چيو، ”اَمڙ جي اوسيڙي جو نشيءَ مان اڃ اونو تيو اٿيئي! بازيگرن کان ڇرڪين ٿو ته پوءِ هنن سان گڏ ڪم ڪئن ڪندين؟“

جواب فيض محمد ڏنو، ”بازيگرن کان ڪو نه ڇرڪندو هوندو. هيءُ ڇرڪندو هوندو پريءَ جي شوخ نگاهن ۽ چنچل ادائن کان.“ هن رام ڏانهن نهاري کلي پڇيو، ”ڪئن مان ٺيڪ ٿو چوان نه؟“

رام ڪجهه نه ڪڇيو. شاهه مرڪي چيو، ”دل ۾ هر ڪر، ٻاهران ٻڌ تر- محبت جون ڳٽيون ۽ عجيب آهن.“ پوءِ ڪي قدر گنڀير ٿي چيائين، ”بازيگر لوسان ساڻف ڏيندائي ڪونه. جن عمر وڃائي حرام جي مال هضم ڪري ڇڏي، تن جا هڏ حلال جي پورهئي لي هرڻدائي ڪونه.“

فيض محمد چيو، ”شاهه صاحب، لون ان ۾ پهرين آهيو، انسان، حرام جي راهه ۽ گناهه جي وات مجبوريءَ کان شروع ڪري يا سهنجائيءَ کان اختيار ڪري پر هن ۾ ان کان بيزاريءَ جو ڏيل يا اُپرال احساس ڪڏهن نه ڪڏهن اڀري ٿو. ممڪن آهي ته گهڻن بازيگرن ۾ اهو احساس اڃا نه اُڀريو هجي، پر هنن ۾ اهو احساس ايندو ئي ڪونه، مان اهڙن مڃڻ وارو ڪين آهيان. هڪوار هنن ۾ اهو احساس پيدا ٿيو يا پيدا ڪيو ويو ته هنن جي رڳن ۾ نئون خون وري ايندو ۽ هو گهڻن

هارين ۽ پورهيتن کان وڌيڪ محنت ڪرڻ لڳندا. هون ۽
ٻہ انسان بنيادي طرح ايمانداريءَ ۾ وشواس ڪندڙ جيئو
آهــي، هنکي بي ايمان ٿڻايو وڃيٿو يا ايمانداريءَ کان
بدظن ڪيو وڃيٿو." فيض محمد پنهنجي ساٿين جي
راءِ زنيءَ لاءِ ڪن ساعت ترسيو، پوءِ چيائين، "مان ائين
نٿو چوان تہ رام هر ڪٿي ٻيهندو تہ بازيگر پاڻ کان پاڻهي
هن جا همراهہ اچي ٿيا. بازيگرن کي ٿئين راهہ اختيار
ڪرڻ لاءِ مڃائڻ لاءِ مقاڪت ڪرڻي ٿي پوندي. اها
مقاڪت اجائي نہ ويندي، مان صرف ان ڳالهہ تي زور
ڏيڻ ٿو چاهيان."

ٽيئي دوست، شاهہ جي اوطاق کان هلندا، ٿئين
ڳوٺ جي ننڍي بزار ۾ اچي پهتا هئا. سڄي بزار بند
ٿي ويئي هئي. صرف حڪومتراءِ ٻساريءَ جو هٽ کليل
هو، سوداگيريءَ جي لحاظ کان نہ. حڪومتراءِ چڙوچائنہ
هو، دڪان هنجو گهر هو، رنڍ ٿو هو، سڀ ڪجهہ هو.
ڳوٺ جا واندا مڙس، سرڪاري پينشنر ڪاڏي پيتي جي
اوکيا پوکيا لاهي هرراسہ حڪومتراءِ جي دڪان ٻاهران
چلم جي چوڌاري وهندا هئا. چلم جا ٽڪا تہ زکوندائي هئا،
ان کان تيز رفتار سان هنن جي زبان مان لفظ نڪرندا
هئا. سڄي دنيا جي راءِ سواءِ جي ڏيوٺ تہ ٿيندي ٿي
هئي پر ان کان وڌيڪ زور هوندي هئي هنن جي ڳوٺ،
پرڳڻي، ملڪ ۽ دنيا جي مسئلن تي راءِ زني ۽ هر ڪنهن
وقت هر مسئلي جو حل، زباني ٿي سهيون، هڪيو حاضر

هوندو هو.

رٽائرڊ هيڊ منشيءَ، مسٽر لولو مل هن ٽه ياريءَ کي پري کان ايندو ڏسي چيو، ”دنيا جا ٻه ٽي (سٽالن، روزويلٽ ۽ چرچل) جنگ، هلندي، امن امان قائم رکڻ جي نالي ۾ ملندا هئا ۽ جنگ جاري رکڻ لاءِ صلاح مصلحت ڪندا هئا، هيءَ ٽي ڄڻا به سماجي بهتريءَ جي نالي ۾ ٻڙ جي شانتي نشٽ ڪرڻ لِي ڪمر ڪشي بيٺا آهن...“

رٽائرڊ سروير، مسٽر شوڪتراءِ هڪ ئي اڏ ۾ ڪئي چيو، ”دائمي صلح کان اڳ، مولمار لڙائيءَ جي ضرورت آهي...“

رٽائرڊ انڪم ٽيڪس اگزامنر، مسٽر هيرانديءَ چيو، ”شاهه، فيض محمد کي هٿي ڏني آهي نه ته قاضيءَ جي پٽ جي ڇا مجال جو زميندارن ۽ سرڪاري عملدارن سان سينو ساهي؟...“

لولومل چيو، ”ڏهه شاهه ڪٿي فيضوءَ جي حمايت ڪن پر سرڪاري عملدارن سان سينو ساهڻ جو نتيجو يا جيل يا دائمي تڪليف...“

رٽائرڊ ڊي ڪمشنيءَ، مسٽر ٽاراچند چيو، ”فيض محمد رپ آهي. هو جيل ويندو، تڪليفون سهندو پر ...“ هن پاڻ کان پاڻهي جملو اڌ ۾ ڇڏي ڏنو.

ٽه ياري واجهو اچي ويٺي هئي. سڀ اُٿي بيٺا.

هيرانديءَ چيو، ”شاهه صاحب! اچو، وهو...“

شاهه ڀٽائيءَ سائين کي چيو، ”اوهان هلندا ڇيو.
مان بہ چئن منٽن ۾ اچي ٿو گڏ جان ٿا.“

فيض محمد ۽ رام چپ چاپ ڪجهہ اڳيرو وڌي ويا.
پوءِ فيض محمد چيو، ”مان هڪ ڳالهہ پڇان؟ تو اڳيرو ون
چيو، ’منهنجي پڏلر اڄ ختم ٿي آهي.‘ اڄ ڇا تنهنجي
زندگيءَ ۾ ڪو خاص واقعو ٿيو آهي؟“

”تنهنجي نظر ۾ ’خاص واقعو‘ ڪهڙو ٿي سگهيٿو،
ان بابت مان هڪ سان ڪي نٿو چئي سگهان. اها ڳالهہ،
جنهن منهنجي زندگيءَ کي موڙيو آهي، سا جيڪڏهن
تنهنجي لاءِ خاص واقعو آهي تہ اڄ بہ خاص واقعا ٿيا
آهن. پهريون آهي، منهنجي پيءُ ڏني جي خط جو منهنجي
نظرن مان لنگهي دل دماغ کي حرڪت ۾ آڻڻ جو
واقعو...“

”هن اهڙي ڪهڙي ڳالهہ لکي جو...“

رام هنجي جملي پوري ٿيڻ جو انتظار نہ ڪري،
وچ ۾ ئي چيو، ”انهن تہ هن موڳ لاءِ اسيمبلي ميمبر ٿيڻ
جي راهہ کولي آهي. سندس چئي پٺاندر هلندي، وقتي
مان وزير بہ ٿي وڃان. ڪڏهن ڪڏهن، هن تہ ڪي ضلعي جي
اَمن اَمان جو دشمن سڏيو آهي ۽ ڪانگريسيءَ جي ٽرسٽيشپ
جو واسطو وجهي مونکي لوڪان پري رهڻ جي صلاح ڏني
آهي.“

فيض محمد هلڪو ٽهڪ ڏنو ۽ چيو، ”هن آدرشواد
جي اثر هيٺ من وڳيان جو نقطو وساري ڇڏيو. هن،

توکي مون کان بدظن ڪرڻ لاءِ جلد بازي ڪئي ۽ عملي طرح توکي منهنجي طرف ڌڪي ڇڏيو. هڪ ڳالهه ڪري ڇڱوني ٿيو...“

رام سنجيدگيءَ سان چيو، ”دادا جي خط منهنجي دل دماغ ۾ ولوڙا ضرور وڌا ليڪن ڪو اهڙو انقلاب ڪين آندائين. مان اڳ ۾ ئي تنهنجي ڪوشش کي عزت جي نگاهن سان ڏسندو هوس...“

فيض محمد پنهنجي ثنا خوانيءَ کي اڳتي وڌڻ نه ڏنو. پڇيائين، ”اڄ ٻيو ڪهڙو واقعو ٿيو؟“

رام جي دل چيو،”تون محبت کي ايتري اهميت ئي ڪانه ڏيندو هوندين؟ پوءِ توسان ذڪر ڪري پاڻ کي ڪلڻ هاب ڇو ڪريان؟“

فيض محمد ، رام کي ڪو جواب نه ڏسي وري پڇيو، ”پيمن توکي اهو دڙڪو نه ڏنو ته پيٽوني جي چئي مطابق هل يا گهر مان...“

رام هنکي اڌ ۾ ڪٽي چيو، ”پانو اهڙو جلد باز نه آهي.“

فيض محمد ، لفظن تي ڪي قدر وڌيڪ زور ڏيندي چيو، ”لڏهن پلا ڪٿن ڪاهه ٿي؟ ابراهيم جي گرفتاريءَ ته تنهنجي دماغ کي چوٽ نه رسائي.

”ابراهيم جي گرفتاريءَ جو مون تي اثر ضرور ٿيو پر ان مونکي موڙيو ڪونه. ايمانداري اها آهي. مان سمجهانٿو ته مون کان گهڻو وڌيڪ، تون ابراهيم ۽ ٻين

هارين جي عملي حمايت ڪري سگهين ٿو، ڪرين ٿو پيو. مان، اڳ وانگر، انهن ذاتي گهٽنائن جو ذڪر ڪري رهيو هوس. تنهنجي لاءِ، شايد، ذاتي گهٽنائن کي ڪا اهميت نه هجي. پر اهي ذاتي گهٽنائون، جيوت کي بهتري يا بدتريءَ طرف موڙيندڙيون آهن، تون ان حقيقت کان، مان سمجهان ٿو، انڪاري نه هوندين.“

”ان ڳالهه سان بازيگر ڇوڪريءَ پريميءَ جو واسطو هوندو.“

”جيڪي هن ۽ منهنجي بابت بنهي ڳوٺن ۾ افواه ڦهليل آهن، انهن ۾ ڪا صداقت ڪانهي، اهڙو وشواس گهٽ ۾ گهٽ توکي هجڻ گهرجي. البت، هن کي مان...“

رام هتڪي ليهي رهيو. پوءِ همت ڪري چئي ڏنائين، ”هن مون سانگي پرڻو ڇڏي ڏنو آهي. مونکي سندس سانگي ڪجهه نه ڪرڻ گهرجي.“

فيض محمد اول ته ڪجهه نه ڪڇيو. ٿوري دير بعد چيائين، ”مان ذاتي مسئلن جي زندگي تي اثر جي اهميت کان منڪر نه آهيان. پر ايترو ضرور سمجهان ٿو ته ذاتي مسئلا ڪڏهن جذباتي حل ۾ پوندڙ هوندا آهن ۽ جذبات جي اثر هيٺ فيصلا ديرپا نه هوندا آهن. اهي، اڪثر، غلط به ٿيندا آهن. تون پنهنجي ۽ پريميءَ جي روزگار بسبب جنهن نتيجي تي پهتو آهين، اهو غلط ته نه آهي. ليڪن تون گهڻا ڏينهن ان تي ٽڪ رهندين، ان جو دار مدار گهڻي ڀاڱي ان تي آهي ته تنهنجي

جذبات ۽ خيالن وچ اَڏول پل ڪيترو وقت تي جٽاءُ ڪري."

رام ڏڍتا سان چيو، "منهنجي فيصلي ۾ منهنجي دماغ جو هٿ آهي. تنهن کان سواءِ شاهه جي مدد ۽ اُن کان وڌيڪ انهنجي رهبريءَ جو ڏيئو هر وقت رهندو. تنهن ڪري مان نٿو سمجهان تہ ڪو منهنجو من ڦري ويندو."

شاهه هن ڀيرو ٺمندي چيو، "ارادو بازيگرن جي بستيءَ ۾ هلڻ جو ڪيو هوسين، اوهان تہ اڌاٽي ڳوٺ جي سڙڪ ڏيئي پيا هلو."

نيٺ ٻئي دوست ساڄي طرف هڪ ٻنيءَ ۾ لڙي ويا.

... ... ...

بازيگرن جي بستيءَ جو هر رات وارو شغل پنهنجي نالي سان هوندو هو. اڄ، ان شغل ۾ رنگين شدت اچي ويئي هئي...

پريميءَ جا پير زمين تي نٽي پيا. ڍولڪ جي تال تي هوءَ، هوا ۾ ٽپي رهي هئي. هن جي گلي جي ڪونال بود ۾ اچي خوشيءَ جا نغما ڳائي رهي هئي. ڏسندڙ جهومي رهيا هئا، هن جي هر ادا تي سؤ وار صدقي ٿيڻ جا ٻول ٻولي رهيا هئا. شيامون، شراب جي شيشي هوا ۾ لوڏي مستيءَ ۾ جهمر هڻي رهيو هو. گهڙو، لٺ جي سهاري، هڪ ٽنگ کي ٻيءَ ٽنگ پٺيان وڪڙ ڏيئي، بيٺو هو ۽ چنبيليءَ جي ڍولڪ وڄائڻ جي فن کي دل ئي دل اندر داد ڏيئي ڪنڌ جي لوڏ سان

پريميءَ جي راڳ ۽ ناچ لئي واهه واهه ڪري رهيو هو. گلاب ڏاڏاڻ ورهيه اڳ ڪنهن ڇوريءَ هٿ آيل پراڻي وڇڙ ڪي وڃائي، پريميءَ جي راڳ ۽ ناچ کي تال بخشڻ جي ڪوشش ڪندو، نوان نوان سر ڪڍي رهيو هو. پڍي مومل پنهنجي جيوت جي خزان ۾ پهچي وساري پريميءَ جي زندگيءَ جي بهار جي اوت ۾ پنهنجون بهارون ياد ڪري گد گد ٿي رهي هئي. چنبيلي، پريميءَ جي فن ۾ ووري آيل نئين قوت جي پس منظر مان واقف هجڻ ڪري، پولڪ نهايت ليزيءَ سان ٿي هلائي پر راڳ ۽ ناچ سان اچ تال ملائڻ لاءِ جٿن پوءِ ٿي ڪنن ٿيندو ٿي ويو.

پريميءَ جي دل جي سموري خوشي هن جي هر لفظ ۽ هر ادا ۾ سمائجي لاءِ غضب جي شدت سان سرگردان هئي.

بار گد گد ٿي ٽاڙيون وڄائي رهيا هئا. اهي ٽاڙيون ٽڪڙيون، اچا ۽ ٽڪڙيون وچنديون ٿي رهيون... اچانڪ... ڪنهن رڙ ڪري چيو، ”ماستر تو اچي...“

ٻئي چيو، ”شاهه ۽ ساڻ انس...“

بارن جون ٽاڙيون ٻيڻيون ٿي ويون. ناچ ۽ راڳ، ان ڪان اڳ ٻيهي ويو. پولڪ وچندي وچندي رڪجي ويئي. چنبيليءَ، پگهر سان شل پريميءَ کي چيو، ”شرم ٻوڻي!“

پريميءَ ٿڪل قدمن، شرميلن نظرن ۽ ڌڙڪندڙ دل

سان پنهنجي جهوپڙيءَ ڏانهن رخ رکيو.

شاهه بستيءَ جي ڪُنڊ پاسيري ڪري چيو، "اسان رنگ ۾ سڄا آيا آهيون، هت ته رنگ ۾ ڀنگ پئجي ويو."

فيض محمد ٽوڪ ڏيئي چيو، "تنهنجي شاهي مهانگي پئجي وئي."

رام ڏڪندڙ دل جي منهن لائيندڙ جذبن جي وڪڙ ۾ اچي ڇهريل آواز ۾ چيو، "پراڻي ٻاهه نه سهين."

ٻه ٽيءَ جا قدم رکجي ويا ۽ هن ڪنڌ اڏ پاسيرو ڪيو، وري منهن ڦيري جهڪائي ڇڏيو.

رام ٻه جذبي ۾ اچي سڏ ته ڪري وٺو پر پنهنجن دوستن جي موجودگيءَ ۾ هنکي همت نه ٿي جو اڳتي وڌي وڃي.

شاهه، رام جي دل جي جهجهڪ جو الٽو مطلب ڪڍيو. هن رعبدار آواز ۾ چيو، "اڳتي وڌ نه. منهنجي ڪنهن جي مجال آهي جو تنهنجي راهه ۾ رڪاوٽ پئجي."

سڀ بازيگر مرد، استريون ۽ ٻار اڳي ئي هراسجي ويا هئا. وري شاهه جو بلند آواز ٻڌي هنن سڀني جا پير پرا ٿي ويا.

رام کي ته شاهه جو اهو ئي وقتو رعب اڪرو لڳو. هن جي همت تهائين پست پئجي وئي...

فيض محمد، شاهه کي ڪي چوڻ لئي هو پر غم کائي ويو.

مجسما ٻڌجي ٻرڀميءَ جي پنيان هُن طرف وڌي آيا هئا. هاڻ سڀني جا ڀمَ سڌوان ٿيا.

گلاب دادا ڙکائيءَ سان چيو، "آيا آهيو واڳ ٻڌڻ، ٻوءِ ته ٿا اسان تي دٻاءُ وجهو."

بستيءَ جي مکيءَ چنوءَ هن کي جهڻڪيندي چيو، "تون چپ رهه." پوءِ هو قدم اڳتي وڌي چيائين، "ڀلي آيا! اسانجو سر ته اوهانجي ملڪ آهي."

فيض محمد دل ئي دل ۾ چيو، "ٻڌا، ان مروت ئي ته اوهانکي مٺو آهي."

بستيءَ جي پسڌر ۾ بستيءَ جي سڄي ۾ سڄي ڪٽ ٻڌار جي ويئي، ان مٿان ٽئون نڪرو تڏو وڇائجي ويو ۽ ڪير سان ڀريل ٿي وٽا اچي ويا.

فيض محمد دٻيل آواز ۾ ٻرسان وينل رام کي چيو، "هاڻي ئي ٿا ايڏي خوشامد ڪن؛ شادي ٿي رهڻ بعد ته نه معلوم ڇا ڪندا؟"

شاهه سر ونڌائيندي چيو، "پوءِ ته اُها جاءِ ئي نه ٻهڊن جو ڪٽي اسانکي وهارن."

رام چيو، "هيءَ خوشامد شاهه جي صدقي ٿي رهي آهي."

تورو ٻرٻرو چنبيليءَ ٻرڀميءَ کي آهستي چيو، "توڏا ڍينگهرو ڪٽي اچان، ٻيءَ طرح لنهڌا ٻير زمين تي نه پوندا."

ٻرڀميءَ وڏي واڪي چيو، "جيسين شاهه اڳهروڻکي

ڏ.ڪيءِ لاءِ پڇتاءُ نه ڪندو ليسين منهنجو موچڙو به نه نهندو."

فيض محمد، شاهه ڏانهن نهاري چيو، "پڌ بن تو؟"

شاهه جو منهن اگهڻي گهنجهي ويو هو. چيائين، "اوهان منهنجي وقار اڳ اڇي رهيا آهيو نه نه مان هم هڪ هڪ جڳي جو نڪ مان ور لاهي سگهانٿو."

رام ڪٿ ٿان لهي پرڀميءَ ڏانهن وڌي ويو.

فيض محمد شاهه کي چيو، "هن جي جرامڪ ڏمر جي قابل نه نه آهي."

"لون لئين جو نه چولد بن؟ لون شاهه جو نه آهين."

فيض محمد خاموش رهڻ غنيمت سمجهيو.

رام جي ويجهي اچڻ تي چنبيلي پرتي کسڪي ويئي.

رام پرڀميءَ کي چيو، "لوڪي غصو چندٺو آهي ته مون لي جيءُ ڀري چند. شاهه جي حق ۾ ڳتو لفظ نه ڪلي."

"لون هن کي چو ساڻ وٺي آئين؟"

رام هنکي ٿارڻ سانگي چيو، "لو ڪين ڏينهن جو چيو هو نه بازيگر مونتي بگڙيا وينا آهن. مونکي ڀستيءَ ۾ پير پائڻ نه..."

پرڀمي هيڪاري گرم ٿي ويئي. هنکي اڏ ۾ ڪٽي چيائين، "منهنجي هوندي ڪو لولي هٿ هلائي وجي ها؟ جيڪڏهن لون سمجهين ٿو لنهجي شاهه کي اتاهه طاقت آهي ته مان بڌائي تي چڙهائيءَ، مان ڪاڏس دڇڻ

واري ڪا نه آهيان."

منگهوءَ ويجهو اچي چيو، "ڳالهيون پوءِ پيا ڪجو. همه هو ناچ لاءِ لڙسيا ويٺا آهن. پريمي، وري گهنگهرو ٻڌ نه."

پريميءَ چيو، "هن ٽولي هٿ هلايو هو نه. لوڪـان اها ڳالهه ايترو جلد وسري وئي؟"

منگهوءَ ويچارو ٿڌي چيو، "ڌيءَ، ٻـاز جهرڪيءَ جو ڪهڙو مقابلو؟"

پريميءَ دردي آوج پر چيو، "مان جهرڪي نه آهيان، ٻازيگر ڇوڪري آهيان."

مکي چدو پٽڪو ٺيڪ ڪندو هن وٽ آيو. چيائين، "ڇوري، هوڏ ڇڏ. بستيءَ کي رک جي ڏيو ٻڌجڻ ڪان ڦاٽو اٿيئي تـه گهنگهرو ٻـڌ. ڪٿي آهي گهڻي جي ڇتيلي چنبيلي؟ هن ڇوريءَ جو اڄ اگهه ٿيو آهي. سيکه ٿيو. ڪٿي سانئين نه بگڙي وڃي."

رام ليلا نيندي چيو، "منهنجي سانگي، بستيءَ جي صدقـي- مچ ڪٿي. سيان، مـون مان سـڀ ڪسرون ڪڍي وٺج."

رام جو سانگو، بستيءَ جو صدقو!

ٻن ڇڻن منٽن بعد فضا، گهنگهرن جي بلند مگر سريلي آواز سان گونجي اٿي.

[ ٩ ]

ٻئي ڏينهن جڏهن دربيلي مانئر جي ڪوٺيءَ پار لي

رام ۽ پرڀوِمي گڏيا تڏهن پرڀوِميءَ هنجو هٿ پڪڙي هنکي پنهنجي پرسان وهاريندي چيو، ”رام تنهنجي شاهه صاحب جو دماغ ٺڪاڻي لڳي ويو هوندو. ڪيس چڱيءَ پر خبر پئجي ويئي هوندي ته ڳوٺ ۾ ڪو آهي سندس پرواهه نٿو ڪري.“

رام ٺهڪ آواز ۾ ورايو، ”تو، شاهه جي شان ۾ گهٽ وڌ ڳالهائي، سٺو ڪم نه ڪيو.“

پرڀوِميءَ پرُون تاڻي چيو، ”تون پنهنجي دوست جو بدر ڇو نه ٿا ڪڍندين؟ هن جا تولي لک احسان آهن. هو پنهنجي خواهه مخواهه روب (رعب) ڄمائي، بستيءَ جي والن مڙسالن کي پڪڙي وٺن ڪان ۽ گهٽ سمجهي، پوءِ به هو صحيح آهي. هو امير آهي، انهيءَ ڪري هنکي بنا سبب غصي ڪرڻ جو حق آهي، باز يگر غريب آهن، انهيءَ ڪري هو ڏڇندا وتن. اهو آهي اوهان جو انصاف؟“

رام دل ۾ ئي دلبر پرڀوِميءَ کي داد ڏنو، پوءِ به زبان سان چيائين، ”رام، شاهه پنهنجي چوڪ محسوس ڪري ويو هو، تو پڇتاءُ ظاهر ڪرڻ جو ڏاڍيان شرط وجهي هنکي مجبور ڇڏيو. تنهنجي ليکي، تو بستيءَ جي عزت ئي رکيءَ پر دوراند يشي نه ڪري، بستيءَ خلاف شاهه جي دل ۾ ڪنڊ آندو. خبر اٿئي، تنهنجي والو ڪي هوڏ لوکي، مونکي ۽ ساري بستيءَ کي مهانگي پوڻ واري آهي.“

پريميءَ ڇڙ مان چيو، ”تنهنجو شاهه، آدمي آهي؛ ايترو ته نه آهي. وڏ ۾ وڏ سختيون ڏيندو، ماريندو؛ ٻيو ڇا؟ تنهنجو ته دوست آهي، توکي ڪهڙو حرج رسائيندو؟ تون ڪٿي وچ ۾ نه اچج. ۽ جيڪڏهن اڃا به پاڻ کي سلامت نه سمجهين ته...“ هن رام جو هٿ ڇڏي ڏنو ۽ چيو، ”وڃي هنجي شرن وٺ ۽ اسان جي برخلاف سازش ۾ ٿي بيهه.“ هوءَ اٿي ڪري ٿي.

رام ته پهه هن جي ٻانهن پڪڙي ورتي ۽ هن کي ڇڪي وهاريندي چيائين، ”تون مونکي سمجهڻ جي ڪوشش به نٿي ڪرين. مون تنهنجو هٿ پڪڙيو آهي؛ مرندي مري ويندس، ڪونه ڇڏيندس. ان جو مطلب اهو نه آهي ته اسان دوستن کي به دشمن ڪندا وتون. مون ۽ فيضوءَ، شاهه کي هڪ ڳالهه لاءِ مڃايو هو؛ تنهنجي اڻ سهائيندڙ روش... منهن خراب نه ڪر؛ اڻ سهائيندڙ شايد پورو لفظ نه آهي، تنهنجي عمر نه ڪاڻي وجهه ڪري شاهه ٻڪڙي ويو ۽ هٿ ڪڍائي ويو. اها ڳالهه هاڻي ٿيندي يا نه، اچ ٺيڪ نٿو چئي سگهان. شاهه پنهنجي ڳالهه تي قائم رهي ها ته تنهنجي، منهنجي بستيءَ جي سڀني باشندن جو پلو هڪ طرف ٿئي ها ته سنڌ جي تاريخ ۾ نئون ورق ٻئي طرف وري ها.“

”اميرن ۽ پڙهيلن ڳڙهيلن جون پروليون، اوهان سليو. اسان غريب ٿلهو کائون، ٿلهو ڳالهايون. آءُ ان پاڻ تي فيصلو ڪر، جو شخص ايترو سنهڙ قري ويو سو ڇا توڙ تائين

اسانجو پلو گهري ها؟ هنجي مرضي ڪا نه هوندي، منهنجا اکر نه بهانو ٿي مليس. اهو شاهوڪار اڃا ڏٺو آهي جو دل سان غريبن جو پلو گهرندڙ هجي."

"تنهنجي عقلمند ڳالهين کي رد ڪري ڏيڻ لاءِ مون وٽ دليل ڪونهن. تو کٽيو، مون هاريو. هاڻ اهو نه ٻڌاءِ نه ڏئي سياڻپ جا ٻول تون سکئين ڪنهن کان؟"

پريميءَ کلي چيو، "سکيس تو ٻڌوءِ کان؟ هن پل ۾ هن ڪمري کان ٻاهر ڏس. تون اُن ڏينهن هٿ ڇڏڻ کان اڳ، هر روز دنيا جو واءُ سواءِ ٻڌائيندي جيڪي سيڪاريندو هئين سو مان ڪمت ڪندي ويس، ان کي ٻاهر ڪڍڻ جي همت به ڪله، تو ئي ڏني. جنهن ڏينهن شاهه ابي کي ناحق ماريو، تنهن ڏينهن هن سان وڙهڻ لاءِ نئين ڳوٺ لائين وڃيس ۽، پر تنگون اڃتي نه، وڃيون. ڪله، تو مونکي نئين آس ڏني، نئين همت ڏني. هاڻ منهنجي شاهه صاحب وانگر تون به سڀني ڳالهه، مڃڻ کان ٿوري وڃين نه وس وارو آهين. شاهه ڪهڙي ڳالهه مڃي هئي، جنهن مان اسان سڀني جو پلو ٿئي ها؟ منهنجي ٻڌڻ جهڙي نه هجي ته پل نه ٻڌاءِ."

"تنهنجي زبان ۾ جا ڪشش آهي سا منهنجي ڏنل ڪانهي. ۽ سچ چوان؟ اها ڪشش نهايت بي درديءَ سان ٿي هلائين." رام ٽهڪ ڏنو.

ٽهڪ پريميءَ به ڏنو ۽ چيو، "بلڪل سلامت وڃنو آهين. ڪششءَ جو اثر ڪٿي ڏسڻ ۾ نه ٿو اچي. هاڻ

ڳالھ جي ڳاٽي ڪئي وئي. شاھ لوٽي، مونتي ۽ بستيءَ
تي پنهنجي دنيا جي ڪهڙي ڇاپ هڻڻ ٿي چاهي
جنهنجو مون ويچاري کي ڪو موقعو ئي ڪونه ڏنو؟“

”هيءَ غير آباد پٽ بڻي آهي نه،“ رام شاھ جي
پٽيءَ ڏانهن هٿ سان اشارو ڪندي چيو، ”اها اسانجي
ٿي وڃي ها.“

پريميءَ عجيب معصوميت مان پڇيو، ”ان جي
اسانکي ڪهڙي ضرورت آهي؟“

رام گنڀيرتا سان چيو، ”منهنجي روزگار جو بندوبست
ٿي وڃي ها، لوڪ عزت واري ڪرت ملي وڃي ها ۽
ٻاريڪر ايمانداريءَ جو پورهيو ڪرڻ لڳن ها.“

”تون ته استاد آهين،“ پريميءَ مرڪندي چيو،
”تنهنجو دوست پڻ ڳوٺ جو شاھ آهي ته تون وري
اسانجي بستيءَ لاءِ شاھ ٿيڻ ٿو چاهين. اسين پڻ هارين
وانگر تنهنجي لاءِ ڳهون ۽ تون ٻالم پٺي اڌ کان وڌيڪ
اَن گهر کڻي وڃين. ائين نه؟ مان ڪٿي تو لاءِ محنت
ڪنديس، سڄي بستي تو لاءِ ڇو پورهيو ڪري؟ اسانجي
بستيءَ جون زالون پڻ ۽ لاڏن ڳائڻ سان هارين کان
وڌيڪ اَن هٿ ڪري سگهنديون آهن...“

”۽ اوهانجا مرد ڪاٽ هڻڻ سان گهڻو ڪي حاصل
ڪندا آهن،“ رام شرارتي لهجي ۾ چيو، ”بستيءَ جا
باشندا ناتيءَ لاءِ هڏ هڻندا ته مهڻو ڪو نه لڳندن. چوري،
مون ٻاڻ اوهان سان گڏ هاريپي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو

هو. شاهه زمين ڏٺي ها ۽ پاڻ ڏسي آمين ٿين ها."

"مان صدقي وڃان،" پرسيءَ پيار ڀري ٽهوڪي ڪندي چيو، "ڪٿي اڌ مڻ جي پٿري ٽٽو سگهين! تون هاڻ واڱر ساهت محسن ڪندين؟"

"مان تنهنجي پيار خاطر شيرين جي فرهاد جيان ٽڪر ٽاڪي نه سگهندس ته گهٽ ۾ گهٽ هاڻي ضرور همت ڪري سگهندس. تون ڀلي ڀر هيج سهين، موت ۾ غضب جي طاقت اچي ويندي."

"ٻڌاءِ ڀين ڪي ۽ جڏهن تون پٿري نه ڪٽي سگهيو هئين لڏهن ۽ مان تنهنجي پُرسان ڪيئي هيس."

"توسان پڇڻ، منهنجي ڀيڻي نه آهي. ڀليءَ شيدهن ٽڙها پا ڦر ٻلي ڪون ڪانوڻ آيا. توسان ڀرميڻ لاءِ شڪتي ڪٿان آئيان؟"

"روءِ نه. مان توسان گڏهر هلا نيندس، آن چنيندس، پوک جي لاب ڪندس، لابارو وجهندس، گاهه ڳاهيندس، واڙ ڪندس..."

"بس بس، گهڻو ٿيو. ليپي لوٽڪ ۽ ڪانه سڏون ٽيون تين پالڪ ليءِ. زمين وڃائي، هاڻ هاري جو ڀواڻ ڀڙهڻ ويٺي آهين."

"دوست ڪي مهانيس ڪٿي نه. چئين ته واس ۾ گاهه ۽ ڳچيءَ ۾ ڪپڙو وجهي تنهنجي سامهون هلي هن اچان نمان." اليئي چوڻ لڳي، "ڪمهن اچان نمي منهنجو موچڙو ۽ نه. الله جو پت پيو آهي. هنوُ آهو

ساڻ ڪٽي آيو هو؟ ساڻ ڪٽي ويندو؟ جڏهن پاڻ خود ٻوڪ ننڍو ڪري تڏهن هن جو اُن تي حق ئي ڇو هجڻ کپي؟ ٻڌاءِ..."

رام گد گد ٿي چيو، "فيضو تنهنجون اهڙيون ڳالهيون ٻڌي نه هوند خوشيءَ وچان ڦوليو نه سمائي. هنجو عقيدو آهي ته زمين اُنهي هجڻ کپي جو خود آبادي ڪري."

"جاني ٿو چوي. اهو تنهنجو دوست مونکي سڌو لڳو."

"وري ڇو. مان تنهنجي سفارش ڪريانس؟ هو به ڇڙو چانڊ آهي،" رام ٽهڪ ڏنو.

پريميءَ منهن منهن ۾ چاڙهي چيو، "وري اهڙي ڳالهه ڪندين ته مان رسي ويندس. وري سڄي عمر تنهنجو منهن به نه ڏسان."

"ائين نه ڪج. مان مري ويندس." رام ڪليو. پريميءَ جي چپن تي مرڪ ڊوڙي آئي.

اوچتو پريميءَ گنڀير ٿي چيو، "لوڀ دم آهي؟ ڏاندن جو هڪ جوڙو هٿ ڪري اچ. تون مان..."

رام جون واڇون ٽڙي ويون. چيائين، "سچ! تون مان شروعات ڪنداسين ته گهڻو، شيامون ۽ ٻيا ٻاٽهي اچي مددگار ٿيندا. ٿي سگهي ٿو، گلاب دادا جهڙو ماڻهو به ڪناهه جي زندگيءَ مان ٽنگ اچي اسانجو همراهه ٿئي..."

"تون اچي ڪ ۾ چنڪيو آهين. ٻوءِ جي ڳالهين

کي پوءِ ڏنو ويندو. اول ٻڌاءِ ته تون ڄوڙو ڏاندن جو آڻي سگهندين؟"

"سولائيءَ سان. فيضوءَ جي مدد سان ڏاند، هر، هارپي جو ٻيو سامان ٻج سميت هٿ ڪرڻ ڏکيو نه ٿيندو."

"تون ٻون سان ٻٽ ٿي بيهندين؟ چڱيءَ ڀر دماغ هلائي جواب ڏي. ماڻهن جي طعانن، پاءَ جي جهڙڪين، شاهه جي بگڙڻ ۽ اهڙين ٻين ڳالهين جي ڪري تون مونکي اڌ ۾ ته نه، رولي ويندين؟"

رام ڪن ساعت لاءِ سوچ ويچار ۾ پئجي ويو. پوءِ چيائين، "اسانجي راهه ۾ انهن رڪاوٽن کانسواءِ ٻيون دقتون به اچي سگهن ٿيون. اها زمين مکيءَ وٽ گهڻ پيل آهي. هو ڪا ڪارروائي ڪري سگهندو، پوليس دست‌اندازي ڪري سگهندي..."

"بس، لنهنجي. همت ٽٽي وئي؟..."

رام ديوتا سان چيو، "تون همت جو سندرو ٻڌي، ميدان ۾ هلي، اچين ۽ مان پٺتي هٽي ويندس؟ ناممڪن. مان اڄ ئي فيضوءَ سان ڳالهائو ٿيندس. پر جيڪڏهن ڏاندن جي جوڙي ۽ ٻين ضروري شين جو بندوبست اڄ نه ڪري سگهان ته غلط مطلب نه ڪڍج. فيضو آهي گهڻو ڪمو. اڄ هتي، سڀان ڪنهن ٻاري، پر انهنءَ نوابشاهه... هتي مان سمجهانئو ٻن ٽن ڏينهن ۾ وري ايندو. مکيءَ ۽ سرڪاري عملدارن سان ڏڄي هارين

خلاف منصوبو سٽيو آهي...“

”لنهنجو شاهه صاحب به ضرور هنن سان شامل هوندو...“

”رام ڏاڻين هو فيضوءَ سان هو. لوهاڻي بستيءَ مان نڪتاسين ته چوڻ لڳو، ’مان لوهاڻي حمايت ڪري لوهاڻ ۽ پنهنجي لاءِ مصيبتون وڌايان ٿو. هاري، بازيگر ۽ ٻيا گهوٽ ذات وارا سڌرڻ جا ئي ناهن. هو قابل ئيندا ته بس لوهاڻ ۽ مون سان سينو ساهڻ ۽ اساڻي عزت وٺڻ لاءِ جڳ اڳيان نمندا ۽ اسان مٿان اپڙندا. هنن ٻه ڪا تومر هجي ها ته پاڻ کان پاڻهي پنهنجي ترقيءَ جي راهه نه کولي وجهن ها؟ وغيره وغيره. هاڻ هو هارين ۽ زميندارن، هيڻن ۽ ڏاڍن جي لڙائيءَ ۾ ٻي طرفدار ٿي تماشو ڏسندو.“

”چڱو دوست آهي، لنهنجو فيضو به اڳي پوءِ ڪدارو ڪري ويندو...“

”هو ٻيءَ مٽيءَ مان نهيل آهي. هن پنهنجي قسمت هيڻن ۽ هارين سان ڳنڍي ڇڏي آهي. هو هنن سان گڏ يا سوڀ حاصل ڪندو يا مري مٽجي ويندو.“

اُن وقت موجي موليڏنو ٻل ٽان منهن ٻئي پاسي ڪيو لنگهي ويو ۽ در ٻيلي مائنر جي ٻئي طرف لهڻ لڳو. هن هڪ پتر ٽان ٽاٻو ڪاڏو.

رام رڙ ڪري چيو، ”موليڏنا، ذرا بيهڪي...“

موليڏني پاڻ سنڀاليندي پنيان نهارڻ ڏاران چيو،

"ديوان، جهاڪا اسان غريبن لاءِ آهن."

پريميءَ چيو، "ٺيڪ، چوين سچ ٿو..."

"اڄ جو سچ!" رام چيو، "سياڻي، اهو سچ نه هوندو. سياڻي... ۽ اهو سياڻي ڪڏهن نه ڪڏهن اوس ايندو... نه ڪو غريب هوندو نه امير، نه ظالم هوندو نه مظلوم، نه اوچ ذات جو هوندو نه نيچ ذات جو ۽ جهاڪا ڪنهن لاءِ به نه رهندا..." هو يڪ ٽڪ دور پيلي ماٺر جي پاڻيءَ ڏانهن ڏسندو رهيو.

پريميءَ هنڪي ڏونداڙيندي چيو، "ڪهڙو سپنو ڏسي رهيو آهين؟"

رام گويا پاڻ سان ڳالهائيندي چيو، "مان واقعي سپنو ڏسي رهيو آهيان. اهو سپنو نه، جو سچو نه ٿيندو آهي. منهنجو سپنو ساڀيا ٿي ٿي رهندو. تون مان گڏجي هر ٿي نه هلائيندا سين، هٿ هٿ ۾ ڏيئي ترقيءَ جي راهه تي منزلن پٺيان منزلون طيءِ ڪندا رهنداسين. تڪليفون اينديون، ته ڇا؟ آپدائون اينديون، ته ڇا؟ اسان بلندين، اڃا به اُتاهين بلندين کي ڇهندا وينداسين، اُنهن بلندين اڳيان سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبريءَ جو ڇا، وزيريءَ جو به ڪو مقابلو ٿي نه سگهندو."

پريميءَ اکين ۾ شرارت ڀري چيو، "مان وچ واٽ تي هٿ ڇڏائي ڪوهي ڏيئي وڃانءِ ته..."

"ڪوهي ڏيئي ويندينءَ؟ ڏيئي وڃانءِ نه. مان پوءِ به پنهنجي راهه تي محڪم رهندس. پر تون اُئين

ڪري ٿي نه سگهنديون. مان توکي چڱيءَ ريت ٿو سڃاڻان.”

”چڱيءَ ريت خاڪ تو سڃاتئين. سڃاڻون ها ته انهن هرگز نه چوان ها. انهن تون اِتبار (اعتبار) نه ڪنديون...”

هوءَ اُٿي کڙي ٿي ۽ پاڻ سان گڏ رام کي به اُٿاريائين. هوءَ هن کي ساڻ وٺي درٻيلي مانسر جي ڪنڌي ڏانهن هلڻ لڳي.

رام پڇيو، ”ڪيڏانهن ٿا هلون؟”

هوءَ جواب نه ڏنائين، هن کي هڪ نديءَ گهيڙ ڏانهن گهلي وئي. پوءِ پاڻ سان گڏ هن کي پڻ ۾ وهاري ساڄي هٿ ۾ پاڻي کڻي چيائين، ”مان هن جل جو قسم کڻي ٿي چوان، مان مرڻ تائين توسان وفادار رهنديس، مرڻ بعد ٻئي جنم ۾ به توکي ڳولهي لهنديس...”

رام کلي چيو، ”ٻئي جنم ۾ به منهنجو سر کائينديئن!”

”کل نه،” پريميءَ گنڀير ٿي چيو، ”هيءَ کل جي گهڙي نه آهي. تون به جل جي انجلي وٺ ۽ قسم کڻ.”

”تنهنجو ته مون ۾ پورن وشواس آهي نه،” رام زبان سان ائين چيو پر ساڄي هٿ ۾ پريميءَ کان پاڻي ورتائين. پوءِ چيائين، ”مان توسان گڏ جيئندس، توسان گڏ مرندس.”

رام وري ٽهڪ ڏئي چيو، ”تو ته برهمڻ کي پري ڌڪي ڇڏيو.” اليڪي گنڀير ٿي چيائين، ”هن دلين جي انسانن ۽ هن زندگين جي ارادن ۾ برهمڻ يا ٻئي ڪنهن کي

دخل ڏيڻ جو حق به ڪوڙو آهي."

پريميءَ گنڀير ٿي چيو، "هائو، هڪ ٻئي کان ڦري وڃون ته ڀڳوان وٽ حساب ڏيڻو پوندو..."

"تنهنجي ڀڳوان وٽ حساب ڏيڻو پوندو، تنهنجي پڪ ڪانهي. باقي اها سورنهن آنا خاطري آهي ته هڪ ٻئي کان ڦرندا سين ته ووهڪ، اندر وارو، سڪ نه ڏيندو."

پريمي ٻانولي ٻڌجي پيئي. مرڪندي سريلي آواز ۾ ڳائڻ شروع ڪيائين:

رک صندليءَ تي پير، منهنجا مور لاڏا ...

[ ١٠ ]

تن ڏينهن ڪانهوءَ...

فيضو وري ڏيري ۾ اچي داخل ڪيو. هو هن پيري شاهه جي اوطاق تي نه، ڪمال جلباڻيءَ جي گهر مقيم ٿيو؛ اتان ئي ماڻهو موڪلي رام کي پاڻ وٽ گهرايائين.

رام ايندي شرط چيو، "تون هميشه لتو آهين، علي اڪبر کي دل ۾ ٿيندو."

"مان هن وٽ لهي، سندس لاءِ وڏي تڪليف پيدا ڪرڻ نه ٿو چاهيان. منهنجي راهه الڳ آهي، هن جي الڳ. صرف دوستيءَ جي سانگي گهڻو وقت همراهه ٿي هلي نٿو سگهجي. اتان ميها دا ڪيا ميلا؟ هن اڳ، منهنجي جيڪا حمايت ڪئي آهي تنهن لاءِ مونکي سڄيءَ دل سان قدر آهي پر مان غلط اثر هيٺ

هوس. مون سمجهو هو ته هن جي منهنجي ڪم سان سچي همدردي نه لڳي آهي پر اُن ڏينهن صفا ظاهر ٿي پيو ته هو صرف دوستيءَ جو نمڪ نباهي رهيو آهي. نه ته بازيگر ڇوڪريءَ جي جرئت ۽ خودداريءَ تي بدظن نه ٿئي ها. مان ان جرئت ۽ خودداريءَ لاءِ فخر وچان ڦوليو نه ٿي پيو سمايان. مان دل سان توکي مبارڪون ٿو ڏيان. هن ۾ اها جرئت ۽ خودداري پيدا ڪرڻ ۾ تنهنجو گهڻو هٿ نه هوندو."

"هوءَ هاڻ نه هيڪاري وڌيڪ جرئت واري ٿي ويئي آهي. شاهه جي مخالفت جي باوجود هوءَ ان زمين ۾ مون سان گڏ هر هلائڻ لاءِ تيار ٿي ويئي آهي. تون ڏاندن جو جوڙو ۽ هر هٿ ڪري نه."

"ڏاندن جا جوڙا ۽ هر ڪيترا هٿ ڪري سگهجن ٿا. مونکي پيو ڊپ آهي. تنهنجي محبت جي اثر هيٺ، جذبات وس ڪيل هنجو فيصلو ديرپا نه رهندو. پوءِ هنجي ڪم- همتي توکي به نه پنهنجي گرفت ۾ وڪوڙي وجهي..."

"اڙي نه. هنجا سياڻپ جا ٻول تو نه ٻڌا آهن. مان پاڻ حيران آهيان ته هن طبقيوار سماج بنسبت هنکي اها ڇٽي شناس ڪٿان ملي؟"

اها ناممڪن نه آهي. جيڪي غريبيءَ، محتاجيءَ ۽ ذلت جي زندگي گهارن ٿا اهي پنهنجي شخصي آزمودي مان گهڻو ڪي پرائن ٿا. سندن دبيل احساسن کي

دماغي شعور بخشجي ٿي، ھو، توکان مون کان پڪا ٿي ويندا. تون مان دماغي طرح غريبن جا حامي بڻيا آھيون، اسين عين موقعي تي ڪين دغا ڏئي سگھون ٿا. پر اھڙا شخص لوڙ لائين ثابت قدم رھندا. ھن اڳيان، پوتر زندگيءَ لاءِ ڪشمڪش، تنھنجي منھنجي پيٽ ۾، وڌيڪ حقيقي، وڌيڪ اھميت واري آھي. صبحان الله، توھان ميدان ۾ نھو. سچي ھاري تحريڪ اوھانجي پٺ ويساھ تي رھندي. مان سنڌ ھاري ڪاميٽيءَ جي صدر، ڪامريڊ قادر کي اڄ ئي تو لکان ٿو، ھو، ٻوڏ ۾ اچي، ٻوڙيندو ايندو. ھر ھلائڻ جو افتتاح (مھورت) ھن کان ڪرايو ويندو. پھرئين ڏينھن، اسين ضلع جا سرگرم ھاري حقدار، اوھان سان گڏ ھر ھلائينداسون. تر جي ھارين ۾ کھڙو نه اتساھ اچي ويندو! ھاري تحريڪ جي تاريخ ۾ اھو ڏينھن سنگ ميل ٿي رھندو..."

رام چيو، "ابراھيم جي ڪيس جو ڇا ٿيو؟"

"ابراھيم ۽ ٻين ساٿين جي عملي حمايت جو عملي روپ اھو آھي- ھارين جي جماعتبندي ۽ سندن اتساھ وڌائڻ. تون کي جان جون قربانيون ته ڏيڻيون پيون ٿا اھي افراد نه ويندا يون. شھيدن جو خون، اڳي پوءِ، رنگ لائيندو، منھنجا دوست!..."

... ... ... ...

عجيب نظارو ھو!

دڙپيلي مائنر جي، سٽيشن طرف واري، ڪنڌو دور

دور ڏئين ماڻهن سان سٽيو پيو هو. سٽيشن واري پاسي، ٻاريگرن جي بستيءَ ۽ ٻيءَ جي ٻئي ڇيڙي وٽ- ٻيءَ جي چنڊي پاسي ماڻهوئي ماڻهو هئا، تر ڇنڊڻ جي جاءِ نہ هئي. انهن ماڻهن ۾ ٻنهي ڪوٺن جا هندو مسلمان هئا، ٽر جا هاري هئا، سڀني سياسي پارٽين جا سرڪردا هئا، سرڪاري عملدار هئا ۽ لعل پڳڙين سان پوليس وارا هئا.

ٻيءَ ۾ فيض محمد هو، ڪامريڊ قادر هو، رام هو، پريمي هئي. ۽ هن اڳيان هئا سرگرم هاري ڪم ڪندڙ.

فيض محمد اسٽيج سان پرجوش تقرير ڪري رهيو هو. "اڄ مبارڪ ڏينهن آهي. اڄ هاري تحريڪ نئين ڪروٽ بدلي رهيو آهي، مبارڪ ڪروٽ. هارين جي جماعتبندي ۽ سنڌ سڄي جي ڏس ۾ اڳرو قدم کنيو ويو آهي. اهو قدم هارين ۾ اتساهه وڌائيندو، ڪين زميندارن خلاف متحده محاذ لي آڻيندو، ان ۾ ڪو شڪ شبهه نہ آهي. ها، هڪ ڳالهه ذهن ۾ رکجي. ملن مولوين، زميندارن وڏيرن ۽ سرڪاري عملدارن جي پيٽ ۾ وقت پوڻ لڳندا ۽ هو سانس ڪري نہ رهندا. هو نوان حملا ڪندا، وڌيڪ تشدد ڪندا، ليڪن اسين مڙڻ وارا نہ آهيون. اسان جان جي بازي لڳائي چڪا آهيون. "ڪرو يا مرو" نعرو انگريزن خلاف اڳ بلند ٿي چڪو آهي. اهو نعرو اڄ هتان ديس جي زميندارن، وڏيرن، سرمايہ دارن ۽ سرڪاري عملدارن- مڙني ديسي پرديسي ظالمن خلاف بلند ٿي

رهيو آهي...“

ڪامريڊ قادر جو جذباتي آواز بلند ٿيو، ”ساٿيو، سڄي ديس جون نظرون، اڄ، هر ننڍي ڳوٺ جي هن ننڍي بستيءَ ڏانهن لڳل آهن. هتان، جا چڻنگاريون اڀرنديون، اهي آگ جا شعلا بڻجي لوٽ کسوٽ، ظلم ۽ تشدد کي ناس ڪري ڇڏينديون. اسان اڳتي قدم کنيو آهي، جيستائين اسان ڪامياب نه ٿيا آهيون، تيستائين اسان پٺتي قدم نه ڪڍنداسين ۽ چاهي اسان کي سوين ٽڪليفون ڏنيون وڃن، چاهي اسانجون جانيون ورتيون وڃن. انقلاب زنده باد.“

فضا ”انقلاب زنده باد“ نعري سان گونجي اٿي.

ڪامريڊ قادر هر ڪي همت لاتو، نعرا لهائين فاڪ شڪاف بڻجي پيا.

پوءِ، بازيگرن جي بستيءَ مان دهلن شرنائن جو مڌر آواز شروع ٿيو ۽ فضا جي الساهه سان عجيب مسرت ۾ اچي شريڪ ٿي.

... ... ... ...

جڏهن سٽيشن ۽ دوبيلي ڪمپني جي وچ ۾ الساهه ۽ مسرت جي لهرن سان سرشار درياهه وهي رهيو هو، تڏهن...

شاهه پنهنجي اوطاق ۾ پريشان دماغ ۽ منجهيل من سان پسار ڪري رهيو هو.

شيوڪ اوطاق اندر گهڙيو، پري کان ئي چوندو آيو،

”اڄ مڇئم لوهانڪي. شاهه صاحب، اوهان حوڏن مولي آهيو. ٻڌوستن ٻي حشي ڏيئي، اوهان سر زمين لساَن عدم موجود رهي دنيا جي اڪين ۾ ڌوڙ وجهي رهيا آهيو.“

شيوڪ موڙي تي ويهي واسو ۽ چيائين، ”مان تو پڇان، اوهانڪي اسانجي ٻچڻ ڪانسواءِ هنن کي زمين جي قبضي ڏيڻ جو ڪوڙو حق هو؟ ڪروي نامي جي دستاويز ۾..“

شاهه هنڪي اڌ ۾ ڪٽي چيو، ”سونکي دستاويز جي شرطن ياد ڏيارڻ جي ضرورت ڪانهي. مون هنن کي زمين جو قبضو نه ڏنو آهي.“

”هنن پاڻمهي قبضو ڪيو آهي! هنن کي اهڙي مجال آهي؟“

شاهه تلخ آواز ۾ چيو، ”فيضوءَ جي جوئيءَ کي سڄو ملڪ سڃاڻي...“

”نه هنن زوريءَ قبضو ڪيو آهي! هاڻ مان هنن سان پاڻيهي پڇندس. لوهان نه وچ ۾ نه ايندا؟“

شاهه پنهنجي ڪمت لئي وهندي خشڪ آواز ۾ چيو، ”ٿورا ڏينهن صبر ڪريو. مان اوهان جا پيسا وياج سميت، موٽائي ڏيندس.“

”نيڪ آهي،“ شيوڪ نراسائيءَ سان چيو، ”لوهان دوستيءَ جي سانگي پل هنن کي سر تي چاڙهيو. پنهنجو پئسن سان ڪر. ڪڏهن ڏيندا، هفتي ڪن ۾؟“ هـن

شاهه ڏانهن نهاريو.

شاهه گهمرا سان چيو، ”هفتي ۾ ٻه ڏهن ڏينهن اندر پيسا ٻه ڏاماڻ ڏيو ٻيو ڪو نمبر بدلي ڪري ڏيندو سائين...“

”نه، شاهه صاحب، نه. اها اسانجي ٻول ڪالهي. پاڻ کي پئسا نه کپن.“

”چڱو... پوءِ ڪان رقم ۽ وياج جو حساب ڪتاب وٺي اچ ته ڏيئي وڃج.“

”ضرور...“

”اچ ته شطرنج جي هڪ بازي ڪيڏيون.“

شيوڪ آئندي چيو، ”نه، شاهه صاحب، نه. هتان جو ملاڪڙو ڇڏي، شطرنج ۾ ڌيان ڪهاڻ آسان نه آهي. مونکي هن طرفداريءَ جو ڍونگ رچائڻو ڪونهي. ته جا سڀ زميندار ۽ سرڪاري عملدار هاري حقدارن جو زور پڇڻ لاءِ صلاحون ڪري رهيا آهن؛ مان هت ويهي رهان!“

”موليڏني ٿي چيو، ’هيءُ ڏاڍو اُلساهه آهي...‘

”هين کي ڇا وڃائڻو آهي جو خوش نه ٿيندا؟ توهان کان سواءِ ٻيا سڀ زميندار مٽي مارائڻ ٻا مڙڻ وارا نه آهن. اسانکي ته دوستيءَ جو نڪ نهائڻو نه آهي.“

شيوڪ اتي ڪڙو ٿيو، چيائين، ”اسان اهڙن دوستن جي هوند حمايت نه ڪريون. اهڙن شيطانن کي اُها سيکت ملڻ کپي جو عمر ڀر سيڪانيدا وتن.“

شيوڪ هليو ويو.

شاهه، عثمان کي سڏي چيو، ”ميان، شطرنج جو بورڊ ۽ ساريون ته کڻي وٺ. تون مان تا راند ڪريون.“

”سائين، مون ڪڏهن شطرنج ڪئي ئي ڪانهي...“

”مان تو کي سيکاريان.“ پوءِ گويا پاڻ سان ڳالهائيندي چيائين، ”مونکي ڊپ آهي ته اگر راندو وينس ته ڏوڙي وڃي ’هاري حقدارن‘ سان ملندس... هن شاهيءَ جي وقار جي انسي کي لڳسي.“

... ... ... ...

اُن ڏينهن اڌ رات جو...

رام، ماءُ جي سڏائڻ تي، سٽيشن پاهران اڪايل ڪيمن مان سائين کان موڪل وٺي، گهر آيو.

رام گهر اندر گهڙيو ته ماءُ رنندي اچي ڪيس چنبڙي.

ماءُ چيو، ”هيءَ ڪهڙي وات پڪڙي اٿيئي؟ نوڪري نه ڪر ته نه سهين. جنن ۽ پاجيگرن سان ته نه وڃي ڪڏج...“

ماءُ اچي سڏڪن ۾ چنڪي.

رام ماءُ کي ڀاڪر پائي کٽ ڏانهن وٺي ويو. هنکي پنهنجي پرسان وهاري، پٺيءَ تي هٿ ڦيريندي چيائين، ”امان، مون ڪو پاپ جو ڪم نه ڪيو آهي.“

ماءُ سڏڪا ڀريندي چيو، ”تنهنجو پيءُ سرڳي جيئرو هجي ها ته توکي هر ڪاهڻ ڏئي ها. ڀيمن ڪيئي اچي لڳي، ’نباب شاهه وٽ‘...“

”پاتوءَ جو ڏوهه ڪونهي، نه دادا جوئي قصور آهي. درحقيقت قصور ڪنهنجو به ڪونهي، امان. مون

جاڻي ٻجهي اها راهه اپنائي آهي.“

”جڳوءَ ڏاڏيءَ چيو پئي ’جميدار ۽ سرڪاري آفيسر رام کي جيل ۾ وجهندا.‘ قاجيءَ پٽ فيجو، ڪنو ڪوڙهيو...“

”امان، فيضوءَ کي ڇوڪري ڀاڙاڻا ڏنن؟ هو، اڄوڪي زماني جو وشي آهي. پراچين ڀارت جي رشين جيان ماڻهن جو ڪلياڻ ڪرڻ نٿو چاهي، زماني ڦيرڻ ڪري هن جا ڪلياڻ ڪاري طريقا ڦريل آهن.“

ماءُ جي اَڌ ۾ هردي کي ڪو سنتوش نه مليو. ڏکويل آواز ۾ چيائين، ”ماءُ جي دل آهي چنڊي. ڪهڙي ماءُ چاهيندي ته هن جو پٽ وڃي هاري ٿئجي، سکتيون سهي، قيد ۾ پوي؟ ٻڌاءِ...“

رام جذباتي ٽڪنگ ۾ چيو، ”ڪيترئون ماڻو آهن جي پاڻ هاري ڪين ٿيون، پنهنجي اولاد کي هاريءَ جو ورثو ڇڏي وڃن ٿيون، ۽ هو چاهن ٿو نه چاهن، هنن جا پٽ هاري ٿين، سختيون سهڻ لاءِ مجبور آهن، امان، ظالم سماج کي ڪنهن جي چاهڻ، نه چاهڻ جي رتي ڀر پرواهه نه آهي.“

”مون مڙهيءَ جي صدقي، منهنجي موهه جي ڪالر، تون ڀاءُ وانگر رهه. ڏنڊو نه ڪرين ته نه ڪر، جهنجهٽن کان آجو رهه...“ ماءُ وري اڇي رنڱ ۾ چنڪي.

رام ڀاڀوهه سان چيو، ”اَمان، توکي ڪئن سمجهايان؟ هن سماج ۾ ڪن ٽورن کي ڇڏي ٻين لاءِ جيئڻ ئي

جنجال آهي. آمان، تون ٽڪاڻي ويندي آهين نه؟ مهاڀارت جي وارتا ضرور ٻڌي هوندءِ. ڪوروَن - پانڊون جي لڙائي اڄ به جاري آهي؛ البت ڪرشن روپ بدلايو آهي. ڪرشن، ارجن کي سچ ۽ انصاف جي لڙائي شروع ڪرڻ جي صلاح ڏني هئي نه! مان جڏهن اڄ سچ ۽ انصاف جي فائدي ۾ لڙڻ لڳو آهيان تڏهن تون مونکي روڪڻ جي ڪوشش ڇو ٿي ڪرين؟ پنهنجي پريم ۽ موهه جو واسطو وجهي ڪمزور ڇو ٿي ڪرين؟ گيتا جو گيان ياد ڪري پنهنجي پرائي جو تفاوت لهي ڇڏ..."

ماءُ پٽ وچ، جذبن ۽ دليلن جي لڙائي هلندي رهي، ڪو ڪڙ ليل نه نڪتو. نه ماءُ سمجهي سگهي، نه پٽ راهه تان هٽڻ جو واعدو ڪيو.

ماءُ رات رئندي ڪاٽي، پٽ آئينده جي سپنن ۾ کوهجي ويو.

[ ١١ ]

موليڏنو لڪڙ بون وڪون گهٽندو شاهه جي اوطاق ڏانهن وڃي رهيو هو.

پيرومل حلوائيءَ چيو، "موليڏنا، ذرا ٻهڪي، اڳيان جهاڪو اٿيئي!"

موليڏنو خاموش اڳتي وڌي ويو.

حڪومتراءِ پساريءَ چيو، "اڄ ڪلهه هن جي موج گهٽ ٿي وئي آهي..."

هيراڻيءَ چيو، "بازيگرن سان گڏ هاڻ هيءُ پٽ به

هارپو ڪري هليو آهي!"

سليمان ماڇيءَ چيو، "مٺهن مکڻ جو، جڏو ري جهڙ جي. پيمن جي پاءَ جيان تـاڻي هونداڻين ڪا بازيگر ڇوري."

جمن ڪاسائيءَ چيو، "رام ۽ فيض محمد مصيبت وقت پاڻ کڏائي ويندا. پوندو بازيگرن پوکن سان گڏ هيءَ گڏهه به ڪاٽ پر."

موليڏنو سهڪندو شاهه جي اوطاق اندر گهڙي ويو.

"قبلا، رام؟" موليڏنو وڌيڪ چئي نه سگهيو.

شاهه انتظاريءَ مان پڇيو، "چا ٿيو آهي؟"

"بازيگرن جي بستيءَ کي پوليس گهيري ويئي آهي."

شاهه گهبرائجي چيو، "هو به نه آلي هوندو."

"هو آلي ناهي. پريميءَ مونکي هن کي ڪوٺڻ لاءِ موڪليو آهي."

شاهه پڇيو، "اڄ ڏينهن ڪهڙو آهي؟" جواب به پاڻ ڏنائين، "بڌر. مکيءَ سان مون جيڪو واعدو ڪيو آهي تنهن جي پوري ٿيڻ پر اڃا ڏينهن پيا آهن. مکيءَ ۽ هن جي طرفدارن کي ايترو صبر..."

"سائين، رام ڪٿي هوندو؟ گهر؟"

"جيڪڏهن فيضو هت آيل هوندو ته پڪ ڪمال جلباڻيءَ وٽ هوندا!"

موليڏنو آيو هو لڏهن به شاهه کي پيرين نه پيو هو، ويو لڏهن به اورانگهي ويو.

شاهه جو ڌيان به اُن بي ادبيءَ ڏانهن نه ويو.

ڪمال جلباڻيءَ جي گهر پهچي جڏهن ٻنهي دوستن کي هن بد خبر ٻڌائي تڏهن ٻئي هڪدم اُٿي کڙا ٿيا.

رام، فيض محمد کي پاڻهن کان وٿي وهارڻ جي ڪوشش ڪندي چيو، ”تون هت ٽڪ. مان اڪيلو ٿو وڃان.“

فيض محمد چيو، ”تون خطري ڏانهن ڌوڪي وڃين ۽ مان هت ويٺو رهان؟“

”ها، هاري تحريڪ جي ڀلائيءَ جي اها تقاضا آهي. مان جهلجي ويس ته سانگو ناهي. تون ٻاهر رهندين ته ڪم ٿيندو رهندو.“

رام ٿورو اڳتي وڌي وري موٽي آيو. چيائين، ”شايد اسان ٻنهي لاءِ وارنٽ اڳرتي تيار هجن. تون ٻيا ڏيهر هتان نڪري وڃ. تحريڪ جي ڀلي لاءِ زير زمين رهڻ جي ڪوشش ڪجءِ.“

واٽ تي رام موليڏني کان پڇيو، ”پريمي هراسيل ته نٿي ڏئي؟“

موليڏني ورايو، ”ديوان، تون به کهڙيون ٿو ڳالهيون ڪرين! پريمي ڊپ مان ڀاڄي ني ڪان. هوءَ ته سينو ساهي ڪنڌياري مان آيل انسپيڪٽر سان ڇتو ٻڌي بيٺي.“

رام پنهنجن اکين سان ڏٺو، پريمي ٻڪايل شينهڻ بڻجي بيٺي هئي.

گلاب دادا غائب ٿي ويو هو، پوليس ساري بستي پنهنجي قبضي ۾ ڪري ورتي هئي. پريمي پوليس وارن ۽ انسپيڪٽر سان ڏند ڏيئي رهي هئي.

شيامون، گهنو ۽ ٻيا جوان هٿڪڙين سان پوليس جي پهري هيٺ وينا هئا.

رام، ايندي شرط، پوليس انسپيڪٽر کان پڇيو، ”هنن کي ڇو گرفتار ڪيو ويو آهي؟“

”هنن کي سؤ ڏهين قلم هيٺ گرفتار ڪيو ويو آهي.“

”هيءَ سڀ بدمعاش آهن؟“ رام غصي کي دٻائيندي خشڪ آواز ۾ پڇيو، ”جنهن زميندارن جي حد ۾ رهن ٿا اُن هنن خلاف شڪايت ڪئي آهي؟“

انسپيڪٽر جي چپن تي شرارتي مرڪ ڊوڙي آئي. چيائين، ”سيد علي اڪبر شاهه هنن خلاف شڪايت ڪندو؟ ناممڪن. ٻر جي ٻين مڙني هندو مسلمان زميندارن يڪ آواز هنن شيطانن خلاف شڪايت ڪئي آهي.“

رام تلخ آواز ۾ چيو، ”گناهه ته مون ڪيو آهي. گرفتار هنن کي ڇو ٿو ڪيو وڃي؟“

انسپيڪٽر چيو، ”ينگ مئن، يو آر آلسو انڊر اريسٽ (نوجوان، تون به گرفتار ڪيو وڃين ٿو.)“

”سؤ ڏهين قلم هيٺ؟“ رام غصي مان پڇيو، ”ٻر جي زميندارن جي نظر ۾ مان به شيطان آهيان؟“

”توهانکي سيفٽي ائڪٽ هيٺ نظربند ڪيو وڃي ٿو.“

”اها ڳالهه آهي!“ رام ٺٺوليءَ مان چيو، ”منهنجي ٻاهر رهڻ مان امن امان کي خطرو رسڻو آهي! ٺيڪ آهي. لڳايو هٿ ڪڙيون.“

”اوهان جهڙي ٻڍڙهيل ڄڻهيل کي هٿڪڙيون ڪٿي هڻبيون؟“

”مان ته هنن شيطانن ۽ بدمعاشن جو ساٿي آهيان. اوهان کان اها ڳالهه ڪيئن ٿي وسري وڃي، انسپيڪٽر صاحب؟“

ٻڍيءَ انسپيڪٽر جي ويجهو وڃي چيو، ”مونکي ته هٿڪڙيون لڳاءِ.“

هڪ هيڊ ڪنسٽيبل چيو، ”لس، تنهنجو وارو ته ايندو.“

ٻڍيءَ چيو، ”اڄ ڇونه ٿا لڳايو؟“

رام چيو، ”جيل وڃڻ لاءِ اتاولي نه ٿيءُ. ڪم جيل کان ٻاهر آهي، نه جيل جي اندر.“

”پوءِ تون ڇو ٿو جيل وڃين؟“

رام کي کل اچي ويئي. چيائين، ”ڇوري، مان رضا خوشيءَ ٿو وڃان؟“

انسپيڪٽر چيو، ”معاف ڪجو، مان توهان کان فيض محمد جو ڏس پڇي سگهان ٿو؟“

”هن خلاف ته وارنٽ آهي نه،“ رام چيو، ”پر هو اوهان کي ملي نه سگهندو. جيستائين هتي جا هاري زنده آهن، ليستائين اوهان فيضوءَ جو وار به ونگو نه

ڪري سگهندا. لڳايو هٿڪڙيون؛ ڪٿي مان به نه ڀڄي نه وڃان."

انسپيڪٽر اڳهين ئي هڪ هيڊ ڪانسٽيبل کي اشارو ڪري ڇڏيو هو.

رام جي وڏاين هٿن ۾ هٿڪڙيون پيون ته پريءَ جو هنئون سسي ويو. رنڌهارڪي آواز ۾ پڇيائين، "هيءَ ڇوڪري وٺي ويندا؟"

رام موٽي چيو، "هيءَ بازيگر ڇوڪريءَ جو آواز آهي؟"

"مان ڪنهنجي سهاري جيئندي هس؟"

"مان موٽي ايندس،" رام چيو، "ان وچ ۾ تون ڪاريه جي سهاري جئج."

"مونکي ڇڏي تو وڃين؟"

"مان ڇوڪري ڇڏڻ جي جرئت ڪري سگهان ٿو؟"

ان وقت سيٺي جو ڏيان بي اختيار ٻستيءَ جي لنگهه ڏانهن ڪڇي ويو. علي اڪبر شاهه اندر گهڙي آيو هو.

شاهه ايندي شرط رعب مان انسپيڪٽر کان پڇيو، "رام جهڙي معزز شخص کي هٿڪڙيون ڇو وڌيون اٿو؟"

جواب رام ڏنو، "مون پنهنجي گهري ورليون آهن. مان بازيگرن مان پاڻ جهڙو ٻاهر ٺيڪ ٿو چاهيان."

شاهه وري پڇيو، "رام جو ضامن توهان ڪٿندا يا مونکي ڪندا ٻاري، ماجسٽريٽ وٽ وٺو ويندو؟"

انسپيڪٽر چيو، "اوهانکي ڪيڏانهن وڃڻ جي

تڪليف وٺڻي نه پوندي. هن جوان کي سيفٽي ائڪٽ هيٺ نظربند ڪيو ٿو وڃي.“ پوءِ پنهنجي آڳالي ڏانهن منهن ڪري چيائين، ”هاڻ هلو ته هلون. گلاب غنڊي کي پوءِ به گرفتار ڪري سگهجي ٿو. شيطان ڪيترو وقت لڪو ڦرندو؟“

شاهه جي دل ڀرجي آئي. هن رام کي ڀاڪر پائي چيو، ”مان ڪراچيءَ ڇڏي ٿو وڃان. هوم منسٽر سان گڏجي...“

رام هن کي جملو پورو ڪرڻ نه ڏنو. کلي چيائين، ”شاهه صاحب، توهان جا مون تي لک ٿورا آهن، هڪ ٿورو وڌيڪ ڪجو. منهنجي پرينءَ منهنجي 'شرم پوڻيءَ' جي پارت اٿيئي.“

پريميءَ خشڪ آواز ۾ چيو، ”منهنجي ڪنهن کي پارت نه ڪر. مان پنهنجي سنڀال پاڻ ڪنديس.“

شاهه پريميءَ طرف نهاريندي چيو، ”توکي اڃا مون تي غصو آهي؟ مان اُن ڏينهن جي ڌڪيءَ لاءِ معافي وٺڻ لاءِ تيار ٿي آيو آهيان.“

رام چيو، ”اِهو اٿيئي منهنجو دوست، جو دوستيءَ صدقي ڪجهه به ڪري سگهندو آهي. هاڻ مرڪ نه! تنهنجو روسامي وارو منهن مونکي ڏاڍو ستائيندو.“

پريميءَ مرڪڻ جي ڪوشش ڪندي چيو، ”پنهنجي چڱيائيءَ جو خيال رکجو. لهي ايندين ته مان وڙهنديسانءِ.“

رام مرڪي چيو، ”مهني سر مهني ملڻ اچجانءِ.“

شاهہ چيو، ”مان ساڻ وٺي ايندو سانس.“

انسپيڪٽر پڇيو، ”هلون؟“

رام ورائيو ”بلاشڪ!“

پريميءَ چيو، ”ڪن ترسو“ ائين چئي هوءَ ڊوڙندي پنهنجي جهوپڙيءَ ڏانهن ويئي.

موٽي ته هنجي هٿ ۾ هڪڙي سندور جي دٻلي. هن دٻلي کولي، ڪڙيون مٽي ڪري رام جي پيشانيءَ تي وڏو تلڪ ڏنو.

...　　　...　　　...

پريميءَ، رنڌڻ ۾ چنبيليءَ ڏانهن وڌندي چيو، ”اڄ روڻ اپسوڻ آهي. ڪل، خوشي ڪر...“

ٻڍيءَ موهل وچ ۾ ٽوڪ ڏنو، ”گذريل سال، گهڻو پڪڙبو هو ته چنبيليءَ هڪ ٻوڙ هو ڪو نه وهانبو هو، هاڻ تي صپڪ ميڪ ڪري؟“

پريميءَ پنهنجي ٻوليءَ سان پنهنجي ساهيڙيءَ جون اکيون اگهندي چيو، ”هاڻ اسان تي جوابداري آهي. جيئين جوان مڙسالو ماڻهو، ورن ليسين ٻوڪ جي لاس ڪرڻ اسانجي ٻلي آهي. اسان ڪجهه نه ڪيو ته هو اڇي مهڻا ڏيندا...“

ٺيڪ اوڏي مهل بستيءَ جي پڌر ۾ وڏو ڌڪاءُ ٿيو. گلاب دادا وانگر ڪورس متان بينڊل پهر جي وڻ لسان سڌو بستيءَ اندر ٿيو ڏنو هو.

پريميءَ ٺٺرو پوني لهجي ۾ چيو، ”گيدي!... ٻيا

جوان مڙسالو خوشيءَ سان پوليس جا ڪنگڻ پهري ويا ۽ هيءَ مڇو وٽ لي چڙهي ويو..."

گلاب دادا ان وچ وڃهو اچي ويو هو. چيائين، "مان گيدي ناهيان. مان ناحق جيل وڃڻ نٿو چاهيان. مون جڏهن ٻگرن جي مکيءَ کي ڪاٺ هنيو هو تڏهن مڙس ٿي جيل پوڳيو هوم. هاڻ جڏهن مون ڏوهه ئي نه ڪيو آهي تڏهن جيل ڇو وڃان؟ ٻڌاءِ! کيتي ڪرڻ ڏوهه آهي؟ ايمانداريءَ جو ٻورهيو ڪرڻ پاپ آهي؟ مان جيئري ته ٻيا ڏوهه جيل نه ويندس. وٺين ته مون کي گولي هڻي منهنجي لاش کي جيل وٺي وڃن. مان گهدو نه آهيان، شيامون نه آهيان، ٻڍهيل رام به نه آهيان؛ مان گلاب آهيان، گلاب دادا..."

پريميءَ لاڙيون وڄائي چيو، "شاباس! هاڻ تون سچ پچ اسانجو دادو آهين..."

گلاب لکي آواز ۾ چيو، "هي انصاف آهي؟ جڏهن اسان چوري ڪندا هئاسين، تڏهن به پوليس جي اک ۾ هئاسين. هاڻي، گناهه نٿا ڪريون تڏهن به جيل ڏانهن موڪليا وڃون... انڌيگر نگري چوپٽ راجا..."

چنبيليءَ چيو، "واهه ري دادا واهه! توکي به عقل اچي ويو."

پريميءَ کلي چيو، "عقل نٿو اچي ته لوڪي نٿو اچي..."

"مان به هاڻ نه ويندس..."

گلاب چيو، "اسان کيتي ڪندا ايندا سين، پر اسان کي

ماري، اسانجي لاشن کي ٻنيءَ مان ٻاهر ڪڍن.“

ٻڍيءَ پڇيو، ”ڪاٽ هڻڻ چڱو يا ڦوڪ ڪرڻ؟“

گلاب چيو، ”اها ته پڇڻ جي ڳالهه آهي! ڦوڪ ڪرڻ ۾ ڪشالا وڏيڪ آهن، پر چوريءَ جو لڄ سان ڪهڙو مقابلو؟ ڦوڪ ڪرڻ جو مزو ئي اور آهي...“

ٻڍيءَ اکين ۾ شرارت ڀري چيو، ”هاڻي ته مهين تو نه ماستر ڪي؟“

گلاب ورايو، ”مان ماستر کي نٿو مڃان. مان هنجي همت کي مڃانٿو. نه ته ڇا لڳي پڙهيل ڳڙهيل، ناچن جو پاليل نيمگرات، ڇا هاري ٻڌڻ. هن پنهنجو علم سڃايو ڪيو آهي.“

ٻڍي ڦوڪڻجي چيو، ”چنبيلي، ڪٿان ٿي پائين!“

چنبيليءَ چيو، ”مان ته گهڻي کي ماستر جهڙو ٻڌائيندي يس.“

مومل نڪ کي موڙ ڏيندي چيو، ”ٻڌبو، ضرور ٻڌبو؛ ڪڏهن ٿي چانو گلاب اهڙو ٻڌبو؟“

ڪجهه وقت جي خاموشيءَ بعد چنبيليءَ آهستي ٻڍيءَ کان پڇيو، ”سچ ٻڌاءِ، لوڪي ماستر جي ٻڪڙجڻ جو ارمان ڪونهي؟“

”ڇري،“ ٻڍيءَ ڀرپل گلي سان چيو، ”مان ماڻهو نه آهيان. ڏک هنڪي ته هوندو. پر ڇا اسان عمر ڀر لاءِ الڳ رهڻ وارا آهيون؟ ڪو ڏينهن ضرور ايندو جو اسان وري اصل جدا نه ٿينداسين...“

چنبيليءَ هنڪي چيڙائيندي چيو، ”شرم ٻوٽي!“

”مان شرم ٻوٽي ناهيان،“ پريميءَ منهن گهنجائي چيو. ٻوءِ ٽهڪ ڏيئي چيائين، ”مان آهيان، همت ٻوٽي!“

چنبيليءَ ٽهڪ ڏئي چيو، ”تون سچ پچ همت ٻوٽي آهين.“

”۽ اهو هڪ جادوگر جو ڪم آهي،“ پريميءَ چيو، ”جيئن پارس پٿر لوهه سان لڳي سون ٿي پوندو آهي، تيئن منهنجي جادوگر موڪي شرم ٻوٽيءَ مان همت ٻوٽي بڻائي ڇڏيو آهي. سچ ٻولي، اهو جادوگر ڪير آهي؟“

چنبيليءَ چيو، ”ماستر.“

پريميءَ اکين ۾ شرارت ڀري ۽ چهري تي مرڪ آڻي چيو، ”غلط. منهنجي جادوگر جو نالو آهي رام. ٻڌءِ؟“

## سماپت

## نيو فيلڊس طرفان جلد شايع ٿيندڙ ڪتاب

| | | |
|---|---|---|
| ۰۲ | اڳي ايئن هياس (يادگيريون) | فضل احمد بچاڻي |
| ۰۳ | برهه ڪان پهرين (ڪهاڻيون) | ماهتاب محبوب |
| ۰۴ | مڪليءَ کان ملاڪا تائين (سفرنامو) | الطاف شيخ |
| ۰۵ | ڌرتيءَ تي دوزخ (ڪهاڻيون) | نظير ميمڻ |
| ۰۶ | سهڻي ڌرتي (ناول) | پرل ايس بڪ |
| ۰۷ | بلنديون (ناول) | نجم عباسي |
| ۰۸ | تيرهون سج (ناول) | امرتا پريتم |
| ۰۹ | حليم بروهي مجموعو (ڪهاڻيون) | حليم بروهي |
| ۱۰ | پراڻو ساٿي، نيون ڪهاڻيون | فضل احمد بچاڻي |
| ۱۱ | رات وچ ۾ (ناول) | برٽ هاليڊي |
| ۱۲ | سورن سانڍياس (ناول) | وڪٽر هيوگو |
| ۱۳ | ............(ڪهاڻيون) | مرتب: شمشيرالحيدري |
| ۱۴ | دارون هن ديواني جو (ڪهاڻيون) | نجم عباسي |

### اطلاع عام

پڙهندڙ گهٽ ۾ گهٽ نيو فيلڊس جي ٻن ڪتابن جو آرڊر موڪلين. ايجنٽ حضرات گهٽ ۾ گهٽ پنجن ڪتابن جو. ٽن ڪتابن جي صورت ۾ ڪين 25% ڪميشن ڏني ويندي. جواب لاءِ جوابي لفافو موڪلڻ ضروري آهي.

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو هر مهيني شايع ٿيندڙ نئون ڪتاب گهر ويٺي وصول ڪرڻ لاءِ اسان کي پنهنجي ايڊريس لکي موڪليو.

نيو فيلڊس جا شايع ٿيل ٻه بهترين ناول

## نجم عباسي جو ٻهريون طويل ناول

# "پيار ڪهاڻي"

هڪ ڊاڪٽر جي پيار جي ڪهاڻيءَ ۾ نجم عباسي ٻڌائي ٿو:

❋ پيار، مرد ۽ عورت جو آدرشي ناتو آهي.

روح ملندا نه آهن، روح خوش ٿيندا آهن. ملندا جسم آهن. پيار ۾ جسم ملندا آهن ۽ روح خوش ٿيندا آهن. جسم بنيادي شيءِ آهي، جسم کان سواءِ روح جو وجود ڪٿي!

❋ پيار لاءِ نظام بدلائڻو آهي، پيار لاءِ انقلاب آڻڻو آهي.

❋ قومي فرق جي حالت ۾ ۽ طبقاتي سماج ۾ صحيح معنيٰ ۾ نه پيار ٿي سگهي ٿو ۽ نه پوري طرح پروان چڙهي سگهي ٿو ۽ نه مڪمل طرح ماڻي سگهجي ٿو.

❋ پيار هڪ طرفو نه ٿيندو آهي. هڪ طرفي پيار کي پيار چئي نه ٿو سگهجي، پيار باهمي جذبي جو نالو آهي.

❋ پيار جو شعور نه هوندو ته پيار ماڻي نه سگهبو....

❋ ناول هڪ دفعو شروع ڪرڻ کان پوءِ ختم ڪرڻ کان اڳ دل نه چوندي. صفحا ۴۰۰ قيمت -/۲۵ رپيا.

---

الطاف شيخ جو پسنديده ڪتاب

# "هس سدا بهار چليبلي"

بقول الطاف شيخ جي ته ٻيو دفعو پڙهڻ ۾ به ڪيس ايترو ئي مزو آيو جيترو پهريون دفعو پڙهڻ وقت آيو هو.

خوبصورت ٽائيٽل - صفحا ۲۴۰ - قيمت -/۲۰ رپيا

## الطاف شيخ جو نئون شايع ٿيل ڪتاب

# ”مس سدا بهار چنبيلي“

ڪتاب مان ڪجهه ڪنيل ٽڪرا:-

هن پنهنجي سامهون دروازي وٽ هڪ خوبصورت ڇوڪري ڏٺي جنهن جي عمر ۽ سورهن سالن جي ڪا مس ٿيندي پر سونهن سوڀيا ۾ عاج جي ڳڙي ٿي لڳي جا ڪنهن فنڪار وڏي ڪاريگريءَ ۽ وڏي ڌيان سان گهڙي هجي. سيٽان جو هن کي ڏسڻ سان وات پٽجي ويو.

پوءِ آهستگيءَ سان، هڪ دفعو ٻيو دروازو کليو، سامهون نهارڻ سان سيٽان کي هن دفعي پنهنجين اکين تي يقين نه پئي آيو. هن جي اڳيان عورت جي روپ ۾ سونهن ۽ سوڀيا جي هڪ ٻي اهڙي مورت اچي بيٺي هئي جنهن مجسمي جهڙي سهڻي صورت هن ڪڏهن نه ڏٺي هئي ۽ نه ٻڌي هئي. سيٽان جڏهن ڇهڙيءَ اک سان سندس پير ۽ وڏي هن جيڀاني ڇوڪريءَ ڏي ڏٺو ته هن کي اهو محسوس ڪري عجيب ڪيفيت ٿي ته هوءَ به هن ڏي ڏسي رهي هئي. بلڪ سيٽان کي ائين محسوس ٿيو ته ان مان موهيءَ جون نظرون سندس اکين سان ٺارڻ سندس اندر جي آنڌ مانڌ ڇنڊي طرح پڙهي رهيون هجن.

نيو فيلڊس طرفان شايع ٿيل هڪ اهڙو دلچسپ ڪتاب جنهن کي پورو پڙهڻ کان اڳ ڇڏڻ تي دل نه چوندي.

آگسٽ ١٩٨٤ع ۾ شايع ٿيندڙ ڪتاب

# اڳي ايئن هياس....

(سارو ڻيون) فضل احمد بچاڻي

* اهي سارو ڻيون، جن کي سارڻ تہ سولو آهي پر دلچسپ پيرائي ۾ قلمبند ڪرڻ ايترو سولو نہ آهي....
* اهي سارو ڻيون، جيڪي جيتوڻيڪ هڪ ٻن شهرن سان تعلق رکن ٿيون پر سڄي سنڌ جي وائي منڊل جي سماجي ۽ ثقافتي تصوير کي چٽو پيش ڪن ٿيون....
* اهو ويجهو ماضي، جنهن سان حال ۽ ويجهي آئندي جو پڌرو نقشو پسجي....
* هرهڪ بيان ۾ هڪ دلچسپ ڪهاڻي ـــ هڪ ڪتاب ۾ انيڪ سچيون ڪهاڻيون....
* اهي ڳالهيون جن ۾ لکڪ پنهنجي ڏک سک جي بدران پنهنجن جي ڏک سک جي اپٽار ڪئي آهي....
* پراڻيون ڳالهيون جي نيون ٿي آهن....
* ويجهي ماضيءَ جون اهي جهلڪيون، جي يا تہ تمام ڏوراهين ماضيءَ جا دلچسپ قصا ڀانئجن يا نئين نسل لاءِ حيران ڪندڙ پر ياد رکڻ جهڙا پراڻا قصا بنجڻ وارا هجن....
* پراڻيون ڳالهيون جي نيون آهن....
* بيان بہ نرالو ۽ بيان جو انداز بہ وڻندڙ ـــ جو پڙهندڙن کي گهڻو ڪجهہ سوچڻ تي مجبور ڪري....

■ جيڪڏهن ذهن آزاد آهي ته ماڻهو غلام نٿو ٿي سگهي پر ذهن غلام آهي ته جسماني آزادي ڪا به حيثيت نٿي رکي. ■ انسان جو مقصد آزادي حاصل ڪرڻ آهي ۽ انسان جو اهو مقصد اڃا پورو نه ٿيو آهي. اصل ڪم اڃا هاڻي شروع ٿيندو. ■ جنهن کي تلوار لڳي ٿي، رت جو فوهارو وهي ٿي نڪتو ■ هوءَ سڄي رت ۾ رنگيل هئي ۽ وار وکريل هئس. هن محسوس ڪيو ته سڀئي ڪمس جانورن وانگر ٽڪي رهيا آهن. ■ جڏهن ريبه کي خبر هئي ته هتي بيٺل سڀ نيگرو هن عورت کي قابو ڪري پنهنجي هوس پوري ڪرڻ چاهين ٿا. ■ اهي رڳو شراب ۽ عورت جي ڳولا ۾ رهندا ۽ سندن خواهشون کين وحشي بنائي ڇڏينديون ■ ڪورو بدن ڏسي هن جون رڳون ڇڪجڻ لڳيون. سان اڄ رات هن جي گوري پيٽ تي مٿو رکي ننڊ ڪندس.

انگريزي جي مشهور ناول نگار ڪرسٽوفر نڪول جي

ناول "Ratoon" جو سنڌي ترجمو

# نيگرو، عشق ۽ بغاوت

سنڌيڪار: نصير اعجاز

هن جي سيني اندر هڪ ڌڙڪندڙ دل هئي،
هن به پيار ڪرڻ ٿي چاهيو، پر....غلاميءَ جون
زنجيرون ٽوڙڻ سندس زندگيءَ جو اولين مقصد هو.

ارڙهين صديءَ ۾ آفريڪا جي سرزمين تي
هڪ نوجوان نيگرو جي بغاوت جو داستان

نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد سنڌ.

Soorih Mirani

نيو فيلڊس جو شايع ٿيل اڻونجاهون ڪتاب

# ”سفر يورپ جي ڊائري“

مصنف: قاضي عبدالمجيد ’عابد‘

## سفر نامي مان ڪجهه ڪليل عنوان هيٺ ڏجن ٿا:

لنڊن يونيورسٽي، لنڊن ميوزيم، پڪاڊلي سرڪس، جانورن جو باغ، ٽاور آف لنڊن، ڪوهنور هيرو، دنيا جا ست عجائبات، تقرير جي آزادي، شهزادي مارگريٽ، حسينن اسٽر، لنڊن ۾ پهريون روزو، انگريزن جي دفن ۽ ڪفن جو مسئلو، بواءِ فرينڊس، گرل فرينڊس، ليڊي بوائز، هم جنس پرستي، انگريز ڇوڪرين جو نظر انتخاب، اگهاڙن جي ڪلب، خوبصورت اسڪاٽلينڊ، ڏيڍ لک پائونڊ جواهرات جي چوري، گناهن جي بستي، لنڊن جون ڪورٽون ۽ جيل، فرينچ رهڻي ڪهڻي، پئرس جون رنگين محفلون، عرب سياح ۽ پئرس جون حسينائون، نيپولين جي مزار، نيپولين جي سلطان صلاح الدين سان عقيدت، اسڪندر مرزا ۽ ناهيد مرزا، جنيوا ۾ پهچڻ، اقوام متحده جي عمارت، هني مون آئلينڊس، زيورچ ۽ رات جي دنيا، سئزرلينڊ جو تخت گاهه برن ۽ انهن کان علاوه بيا گهڻا دلچسپ عنوان.

صفحا ۴۳۴ | خوبصورت ٽائيٽل | قيمت ۲۵ رپيا

۰۲۱. دل جو بندر (ناول) مصنف: ائورل آئمونس ـ/۱۲
مترجم: نصير اعجاز

۰۲۲. رهيل قرض (ڪهاڻيون) ظفر حسن ـ/۱۲

۰۲۳. درد جي خوشبو (ناول) قاضي خادم ـ/۱۸

۰۲۴. ڪنهن سان سور سليان مرتب: فيروز احمد ـ/۱۲

۰۲۵. فڪر جي آزادي مصنف: اسٽيفن زويگ ـ/۲۰
مترجم: ابراهيم جويو

۰۲۶. منهنجو ساگر، منهنجو ساحل الطاف شيخ ـ ۱۶
(اوچي ڪاپي)

۰۲۷. غلامن جو پيڙو (ناول) مصنف: ايرڪ ڪارٽر ـ ۲۰
مترجم: دوست محمد پني

۰۲۸. مي ني جوين ڏينهن الطاف شيخ ـ/۱۲

۰۲۹. عاشي (ناول) مصنف: هينري رائڊر هگرڊ ـ ۲۵
مترجم: فضل احمد بچاڻي

۰۳۰. مي پيڙيون رکمن ماڇه مين الطاف شيخ ـ ۱۲

۰۳۱. سڌارٿ (ناول) مصنف: هرمن هيس ـ/۱۰
مترجم: فضل احمد بچاڻي

۰۳۲. جپان رس الطاف شيخ ـ/۱۵

۰۳۳. روح جي ڳولا (ناول) مترجم: فضل احمد بچاڻي ـ/۱۰

۰۳۴. درد جا ڏينهن، درد جون راتيون طارق اشرف ـ/۲۰

۰۳۵. سانپاهو سمونڊ جو الطاف شيخ ـ/۱۳

۰۳۶. سورج هوندي مرجهايل نجم عباسي ـ/۱۵

۰۳۷. آسه (ناول) مصنف: هينري رائڊر هگرڊ ـ/۲۰
(عاشي جي واپسي) مترجم: فضل احمد بچاڻي

٣٨. قلندر (ڪهاڻيون) مصنف: قرة العين حيدر -/١٢
مترجم: مدد علي سنڌي
٣٩. الطاف شيخ جي ٽوڪيو تان الطاف شيخ -/١٢
٤٠. سزا جا سڪ مصنف: آسڪر وائلڊ -/١٢
مترجم: فضل احمد بچاڻي
٤١. بهترين سفرناما الطاف شيخ -/١٥
٤٢. للڪار (ڪهاڻيون) نجم عباسي -/١٥
٤٣. ٽڪل سريت مصنف: البرٽو موراويا -/١٢
(ڪهاڻيون) مرتب: ولهرام ولپ
٤٤. لنڊن تائين لفٽ الطاف شيخ -/١٢
٤٥. تصوير جو خون (ناول) مصنف: آسڪر وائلڊ -/٢٠
(پڪچر آف ڊورين گري) مترجم: فضل احمد بچاڻي
٤٦. حليم شو حليم بروهي -/١٥
٤٧. هارن جون آڪاڻيون الطاف شيخ -/١٢
٤٨. سپون مصنف: خليل جبران -/١٢
مترجم: فضل احمد بچاڻي
٤٩. سفر يورپ جي ڊائري قاضي عبدالمجيد عابد -/٢٥
٥٠. آزادي خاطر (ڪهاڻيون) مرتب: فيروز احمد -/١٦
٥١. چانديءَ جون تارون (ڪهاڻيون) ماهتاب محبوب -/١٦
٥٢. مس سدا بهار چنبيلي (ناول) الطاف شيخ -/٢٠
٥٣. پيار ڪهاڻي نجم عباسي -/٢٥
٥٤. نيگرو، عشق ۽ بغاوت مصنف: ڪرسٽوفر نڪول -/١٦
مترجم: نصير اعجاز

ڪمرائڻ لاءِ لکو: نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد، سنڌ.

# سنڌي ڪتابن جو مرڪز

# نيو فيلڊس ڪتاب گهر

حيدرآباد ۾ سنڌي ڪتابن جو واحد مرڪز. جنهن ڪان گهر ويٺي V.P پوسٽ ذريعي ڪتاب گهرائي سگهو ٿا.

'نيو فيلڊس ڪتاب گهر' ڪان نيو فيلڊس پبليڪيشنس، سنڌي ادبي بورڊ، سنڌالاجي، مڪتبہ اسحاقيہ، زيب ادبي مرڪز، سنڌي ادبين جي سهڪاري سنگت، ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، سهڻي پبليڪيشن، آگم پبليڪيشن، منصور پبليڪيشن، وغيره جا ڪتاب ملي سگهن ٿا.

ڪتابن ڪان علاوه اسٽيشنري وغيره به مناسب قيمت تي ملي سگهي ٿي.

پڙهندڙ گهٽ ۾ گهٽ ۲۵ رپين جي ڪتابن جو آرڊر موڪلين.

ايجنٽ حضرات گهٽ ۾ گهٽ ۷۵ رپين جي ڪتابن جو آرڊر موڪلين.

حيدرآباد اچو ته نيو فيلڊس ڪتاب گهر ضرور اچجو.

**نيو فيلڊس ڪتاب گهر**

دڪان نمبر ٦٦ لبرٽي مارڪيٽ

سامهون سول اسپتال حيدرآباد.

## نيو فيلڊس پبليڪيشنس طرفان شايع ٿيل ڪتاب

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٠١ | بين الاقوامي قانون ۽ تنظيم | فيروز احمد | ١٦/- |
| ٠٢ | جيل ۾ ٢٢ مهينا (ڀاڱو ١) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ٠٣ | اڌ ملاقات | طارق اشرف | ١٢/- |
| ٠٤ | جيل گهاريم جن سان | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ٠٥ | جيل ۾ ٢٢ مهينا (ڀاڱو ٢) | طارق اشرف | ١٢/- |
| ٠٦ | زندگيءَ جو تنها مسافر | طارق اشرف | ١٢/- |
| ٠٧ | ٤- مارچ ۽ سنڌي جوڌا | — | (ختم ٿيل) |
| ٠٨ | بهترين ڪهاڻيڪارن جون بهترين ڪهاڻيون | امر جليل، آغا سليم نسيم کرل، ڀليجو ۽ ٻيا | ١٢/- |
| ٠٩ | اونداهي ڌرتي روشن هٿ | آغا سليم | (ختم ٿيل) |
| ٠١٠ | رات منهنجي روح ۾ | غلام نبي مغل | (ختم ٿيل) |
| ٠١١ | ٣٠ سالن جون چونڊ ڪهاڻيون (ڀاڱو ١) | | (ختم ٿيل) |
| ٠١٢ | ٽڏا چپ (ڪهاڻيون) | ايشور چندر | (ختم ٿيل) |
| ٠١٣ | وايون ولڄارن جون | الطاف شيخ | ١٢/- |
| ٠١٤ | ٣٠ سالن جون چونڊ ڪهاڻيون (ڀاڱو ٢) | | (ختم ٿيل) |
| ٠١٥ | بندر بازارون | الطاف شيخ | ١٢/- |
| ٠١٦ | شڪليون (خاڪا) | عبدالقادر جوڻيجو | ١٠/- |
| ٠١٧ | يادگار ڪهاڻيون | شمشيرالحيدري ۽ ٻيا | ١٥/- |
| ٠١٨ | ٽين دنيا جون ڪهاڻيون | | (ختم ٿيل) |
| ٠١٩ | عظيم ڪهاڻيڪارن جون عظيم ڪهاڻيون | امر جليل، جمال ابڙو، موهن ڪلپنا ۽ ٻيا | ١٢/- |
| ٠٢٠ | دل اندر درياءُ (ڪهاڻيون) | | (ختم ٿيل) |

Soorih Mirani

